# چانڊوڪي ۽ زهر

(ڪهاڻيون)

موهن ڪلپنا




سنڌي ساهت گهر - حيدرآباد سنڌ

قيمت ـــ ٻارهن رپيا

ڇاپو: هن اداري جو پهريون. (هن کان اڳ به ڇاپيا)
تعداد: هڪ هزار
ڇپيندڙ: احمد برادرس، ڪراچي.
ڇپائيندڙ: سنڌي ساهت گهر حيدرآباد سنڌ.
ڇپجڻ جو مهينو: جولاءِ ١٩٨٥ع
ائڊريس: پوسٽ باڪس 19، حيدرآباد سنڌ
جنرل پوسٽ آفيس، حيدرآباد.

سنڌي ساهت گهر، ڪتاب نمبر ٨

## اسان جا اڳيان ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ١- علامه - آءِ - آءِ قاضي | قاضي فيض محمد | رختم ٿيل |
| ٢- ڏکيون جان نه مٽن | ناز سنائي | رختم ٿيل |
| ٣- ڪچا ته ڪاٺر | ناز سنائي | ١٥-٠٠ |
| ٤- ماءَ ڪاهو ڙيءَ هليا | ناز سنائي | ٢٠-٠ |
| ٥- ڏچي جي ريتو ٿيا | ناز سنائي | ٢٠-٠٠ |
| ٦- هاري ڪميٽيءَ الائي تحريڪ | قاضي فيض محمد | ١٠-٠٠ |
| ٧- ڏونگر جن ڏوريا | ناز سنائي | ١٥-٠٠ |

## ٻه اکر

موهن ڪلپنا ـ اسان جي منٺڙي ۽ پياري ٻوليءَ جو ڏاڍو پيارو ۽ ٺهندڙ ڪهاڻيڪار آهي. هن ڪهاڻين سان گڏ ڪيترائي ناول ۽ ناٽڪ پڻ لکيا آهن. سندس لکڻين ڪري هو سنڌي ادب جي پڙهندڙن وٽ چڱو مان ماڻي چڪو آهي. اهوئي سبب آهي جو سندس لکڻيون ڏاڍي چاهه سان پڙهيون وينديون آهن.

هو سنڌ ۾ ڄائو، ورهاڱو ٿيو ته کيس به سنڌ جا وڻ ڇڏڻا پيا. موهن کي هڪ خط ۾ لکيائين ته پياءُ، جڏهن مان سنڌ ڇڏي رهيو هوس، ڪاش تڏهن ننڍڙو هجان ها ته ڌرتيءَ سان چنبڙي پوان ها. ڪوڙا ڦٽڪا لڳن ها تڏهن به سنڌ ڌرتي نه ڇڏيان ها ۽ نه ڌرتي مونکي ڇڏي ها، جيئن ڌرتي کي ڪشش هوندي آهي.

هو هاڻ سنڌ کان ڏاڍو پري ٿو رهي پر انهون
هوندي به موجوده هن ترقيءَ وارن جي ڏاڍو ويجهو آهي.
هو اڃا تائين اها تمنا ساهه ۾ سانڍيندڙ پيو اچي ته هو
هڪڙو دفعو سنڌ ڏسي. پوءِ ڀلي سنڌس ساهه پساهه
پورا ٿي وڃن. اصل هن ريت:

پوڻون ٿيءَ پساهه، نه نجاهه مٿرم ملير ڏي،

سون کيس هڪ خط ۾ لکيو هو ته موهن! لطيف سائين
جو شعر آهي:

سڀڪنهن سال تيام، کهڙ جاٿان کهڙا پرين
پرمان هيئن چوندس:

موريون ڪونه ڏنام، کهڙا منهنجا سپرين
موون ته صفا ڪونه ڏنا - چو ته جڏهن موهڻ ويا
پيئي ڌ مان هن ترقيءَ تي جاتو ڪونه هئس.

موهن پهرين ڪهاڻي ١٩٤٨ع ۾ لکي، يعني ورهاڱي کان
پوءِ ترت لکڻ شروع ڪيائين. وطن ڇڏڻ واري درد هن کي
قلمڪار بڻائي ڇڏيو. ۽ اڳتي هلي سنڌي ساهت جو ڏاڍو
سٺو قلمڪار بڻجي ويو. هن پنهنجي ڪهاڻين، ناولن
۽ ناٽڪن ۾ سماج جي هر پهلوءَ تي ڪليءَ دل سان لکيو آهي.
ان ڪري هو تڪراري شخصيت وارو ليکڪ رهيو آهي.
گهڻن هن کي تمام سٺو ليکڪ چيو آهي ته ڪن هن
هن کي فاحش، اگهاڙو ۽ ترقي پسنديءَ جو دشمن
ليکڪ سڏيو آهي. باقي موهن سان اها شڪايت
ضرور ڪري سگهجي ٿي ته هو دنيا جي وڏي سچ سوشلزم
کان پيئرو ضرور آهي. ۽ اها ڳالهه سندس اڃا وڌڻ

۽ رڪاوٽ بڻيل آهي. ۽ موهن اڃا مڪمل ٿي نه
سگهيو آهي. سندس قوم پرستي ۽ سنڌ دوستيءَ
۾ ڪو به شڪ يا گمان ڪري نٿو سگهجي. هو جيڪر سنڌ
دشمنن ۽ سنڌين سان رهاڻيون ڪرڻ لاءِ تڙپندڙ آهي
تڏهو ڪوڙو (اسان جي اندر ۾ به ٻري پيو ۽ ڪيس خاطري
ڪرڻ گهرجي ته سمورا سنڌي هن کي پيار ڪن ٿا - ۽
سندس لکڻيون وڏي چاهه سان پڙهن ٿا.

ڀاءُ موهن طوفان، سندس لکڻيون شايع ڪرائڻ
جو اداري کي اختيار ملڻ تي اسان سندس هي پهريون
ڪهاڻين جو مجموعو شايع ڪرائيندي خوش ٿي رهيا آهيون
اميد اٿئون ته سندس سمورا ڪتاب شايع ڪرائي پڙهندڙن
آڏو پيش ڪنداسين.

ناز سنائي

سن ضلع دادو سنڌ
٣٠ جون - ١٩٨٥

# بيهڪ

# جائزو

سنڌي ڪھاڻيءَ ۾ منھنجي ديڻ ڪيتري آھي، مان نٿو ڄاڻان. اھو منھنجي مٿي جو سور ٿيڻ به نہ گھرجي. گذريل سورھن سالن کان لڳاتار مان لکندو رھيو آھيان ۽ ڏن انگن تائين ڪھاڻيون لکي ۽ ڇپائي چڪو آھيان؛ ان کان پوءِ بہ جيڪڏھن مون کي ڏي پنھنجي ڪھاڻين جي ديڻ تي ڳالھائڻو پوندو تہ چئبو ايترا سال مون جڪ ماريا آھن.

مان جينئس نہ آھيان جو مون کي ٿي پنھنجي ڪھاڻين جون خوبيون (جيڪڏھن انھن ۾ آھن تہ) ٻڌائيون پون ۽ نہ ئي مان ترقي پسند آھيان جو پليٽ فارم تان ڇاتي ٺوڪي چوان تہ فلاڻن فلاڻن رجعت پسندن کان مون ھيتري ترقي ڪئي آھي ۽ مون سنڌي قوم (!) کي فلاڻا فلاڻا سھڻا نعرا ۽ سنيھا ڏنا آھن.

در اصل اھو ڪم اھي ڪندا آھن جن کي پنھنجي فن ۾ ويساھ نہ ھوندو آھي، ۽ جيڪي شخص فن تي ويساھ نہ ڪندا آھن، فن بہ تن تي ويساھ نہ ڪندو آھي ۽ اھو ھنن جي نعرن ۽ سنيھن جي وٽين منجھان کسڪي ويندو آھي.

مان ان بحث ۾ بہ گھڻو نہ پوندو آهيان تہ فلاڻي ڪهاڻي سٺي آهي يا خراب. البت منهنجو انِ موضوع ۾ چاهہ ضرور رهندو آهي تہ ڪهاڻي پڙهندڙ جي من کي ڇوري ٿي يا نہ ۽ ان ۾ پڙهندڙن جون مختلف رچيون ۽ انهن جون تقاضائون سمجهي سگهندو آهيان، جيتوڻيڪ اهو ايمانداريءَ مان چئي سگهان ٿو تہ مان من آچل جي زور تي لکندو آهيان ۽ مون ڪڏهن بہ اهڙي دعويٰ نہ ڪئي آهي تہ مان صرف انٽيلڪچوئلس يا صرف جنتا لاءِ لکندو آهيان. مان ڪاليج پڙهندڙن کي سڃاڻان، پيل تي ڏيڍو ڀاري، نلڪي اڳيان اکو پائيندڙن کي سڃاڻان، اهي جي خود ليڪ ٽيڻ چاهيندا آهن، اخبارن جا چندا ڀريندا آهن يا گاڏيءَ ۾ وقت ڪاٽڻ لاءِ پڙهندا آهن. تن کي سڃاڻڻ ۾ مون پنهنجي حياتيءَ جو پورو اڌ حصو ڏنو آهي، پوءِ بہ مان پنهنجي من سان لکندو آهيان ۽ عارضي يا ديرپا پبلسٽي جي شوق ۾ نہ ڦاسندو آهيان. ان ڳالهہ تي مان هٺ ڪري سگهان ٿو تہ مون پنهنجي ڀهرين ڪهاڻي نيم شعوري اوسٿا ۾ لکي. ۽ منهنجي اها نيم-شعوريت، منهنجي ڀهرين ڪهاڻيءَ (جنهن جو عنوان وسري ويو اٿم) جي شروعات ۽ پڇاڙيءَ مان ظاهر آهي:

شروعات:

”مون کي هن سان پيار هو. نہ انڪري تہ هوءَ حسين هئي، انڪري بہ تہ هوءَ رحمدل رهئي.“

ڀڄاڙي:

”هاڻ هوءَ نہ رهي آهي. مان بہ نہ رهندس. قلم رکندس ۽ ڏرين جي پٽن ڏانهن ويندس. هن ڪهاڻيءَ جي نائڪ جي موت جي خبر پڙهندڙ سڀاڻي اخبار ۾ پڙهندا.“ (سال ١٩٤٨)

ڪنهن سلسلي ۾ جيل وڃڻ ٿيو ۽ اتي لکيل پهرين خط ۾ منهنجي دوست ڪني سامتاڻيءَ ڪلپنا لفظ جو استعمال ڪيو ۽ ان ڏينهن، ان سال کان اهو لفظ منهنجي نالي پٺيان اٽڪيو اچي.

تن ڏينهن ۾ مان هڪ اهڙي سنستا جو سرگرم ميمبر هوس، جتي نہ رڳو انتظام ۽ آدرشواد تي زور ڏنو ويندو هو، مگر هندو ڌرم جي ناتي رامايڻ ۽ مهاڀارت جو گهڻو اڀياس بہ ڪرايو ويندو هو. انهن ڏينهن ۾ پنجيهن ڪهاڻين جو هڪ انتخاب تيار ڪيو هوم ۽ جي ڪهاڻيون پاڻ ۽ پاڻ لکيون هيم. ڪتاب جو عنوان هو ٣٥ آدرشي مارون! يعني اهي مارون جي مون تن ڏينهن ۾ پين جي رکيا ڪندي ڏنيون هيون يا کاڌيون هيون. اهو دستخط ڏولن ۾ اڀياس ڪيو ويو ۽ جيڪڏهن مان غلطي نہ ٿو ڪريان تہ اهو ضرور هڪ هڪ پنو ڪري جدا جدا ميمبرن ۾ ورهايو ويو.

١٩٥١ ۾ جڏهن منترڪ ۾ ناپاس ٿيس، تڏهن منهنجو ڪيترو آدرشواد ان هڪ ڌڪ سان موڪي

خدا حافظ ڪري ويو. ۽ ١٩٥٢ ۾ جڏهن مسٽرڪ پاس ڪيم ته ڏٺم ته مان ترقي پسندن جي چڪر ويوه ۾ گهڙي ويو يا ڦاسي ويو آهيان. ان چڪر کي پڇي مان ٻاهر نڪتو آهيان، يا اڃا ان ۾ ڦاٿو پيو آهيان، مون ان تي اڃا نه سوچيو آهي؛ پر آهستي آهستي مون کي اهو معلوم ٿيڻ لڳو ته مان زندگيءَ کان پري پئجي ٿو سگهان ۽ نه ادب مون کي اهڙي اجازت ڏني ٿو.

آدرشواد جي دوران منهنجي مٿان هنديءَ جو ايڏو ڀوت سوار هو، جيترو اڄ انگريزيءَ جو اٿم. غلط يا صحيح هندي لفظ استعمال ڪندو هوس؛ مگر سنڌ جي اديبن مان خط و ڪتابت ڪرڻ سبب ان عادت کي ڪنهن حد تائين منيااليم ۽ هاڻ اڪثر ان حالت ۾ هندي لفظ ڪم آڻيندو آهيان جڏهن انهن مان ڪو خاص مطلب حاصل ڪرڻو هوندو اٿم. مثلاً: عشق لفظ آهي. اردو يا فارسي لفظ آهي جنهن کي هنديءَ ۾ پريم چئجي ٿو؛ مگر اردو ۽ فارسي زبان ڳالهائيندڙن جي عشق جو تصور، هنديءَ جي پريم کان نيارو آهي. برعڪس پائيندڙ عورت مان مرد جو ڪردار ملندو مشڪل، مگر آهه جلد پڙهندو. مگر جا اپيسارڪا بڻجي به پنهنجي پريتم مان رات جي ويلي ۾ ملي سگهي ٿي، انجو پيار برف تي پوندڙ چانڊوڪيءَ جيان سندر ۽ موهيندڙ آهي. جيئن رادا جو ڪرشن مان (گيت گووندم) پاروتيءَ جو ديوادس مان (ديوداس)

۽ ريکا جو ٻون ساڻ (نديءَ جي ٻوڙي) آهي. ٻنهي لفظن جي معنيٰ ساڳي آهي، پر اها لغت جي غلطي آهي، انهن ٻنهي لفظن جي معنيٰ انڪري ساڳي نه آهي، ڇاڪاڻ جو انهن لفظن پٺيان ٻه مختلف تصور ۽ جنجي پٺيان ٻه مختلف سنسڪرتيون آهن.

پر مان اهو ثابت ڪرڻ نٿو چاهيان ته منهنجي ٻوليءَ جي ڄاڻ وسيع آهي. مون ڇيو ته مان لفظن جي تميز سڀاو ۽ مزاج جو ضرور ويچار رکندو آهيان؛ مگر ڇاڪاڻ جو ٻوليءَ جو اڀياس گهڻو نه اٿم؛ انڪري ڪن حالتن ۾ مونکي لفظن جي معنائن کي سرونڻو پوندو آهي يا ڪن حالتن ۾ مونکي پنهنجا نوان اصطلاح ۽ اپمائون ٺاهيون پونديون آهن. ان سلسلي ۾ مان ڪي مثال ڏيان، انڪان اڳ مونکي اها ڳالهه جوڙڻي آهي ته مونکي رکيل ۽ ڪٽيل لفظن، اصطلاحن، اپمائن کي استعمال ڪرڻ کان ڏاڍي هچڪ ٿيندي آهي ۽ آهي محض ڪردارن جي گفتگو ۾ حقيقت جو رنگ ڏيڻ لاءِ ڪم آڻيندو آهيان. ٻيءَ حالت ۾ مان اهي پنهنجا ٺاهيندو آهيان، ڇو جو منهنجي اٺڄاڻائيءَ ۽ ساڳئي وقت اظهار جي قوت لاءِ انهن جي تخليق نهايت ضروري ۽ فطري آهي.

مثلاً: هو پنهنجي پرسن ۾ 'سپنا' ڪٽي گهمنديون آهن. (ڪهاڻي: هتو، مون کان پري ٿيو!) سپنن کي ڪٽي نه گهمبو آهي، هتي اهو لفظ پريمي حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪم آندل آهي ۽ ٻيءَ طرح

چيز پڻ سان حاصل ٿيندي آهي، انڪري مون سڀني کي پڙهڻ ۾ وڃهايو آهي.

"پنيان ۾ جون غفائون آهن، اڳيان ۾ جون غفائون آهن." من جي غفائن سان اشارو انهن پاون ڏانهن آهي، جي في الحال لڪل ۽ اڳيان هلي ظاهر ٿيندڙ آهن. ۾ جو اشارو ڪنهيري ڪيوز ڏانهن آهي.

"سوال هڏي جڳت دا جي منهن تان پنو نه لٿو، چڻ پلنگ تان چادر لهي ويئي." پنو لهڻ محاورو آهي، مگر ڪردار جي منهن جو گهڻو بگاڙو ڏيکارڻ لاءِ مونکي نئين محاوري جي اوٽ وٺڻي پيئي. پلنگ مٿان چادر هوندي ته سهڻو لڳندو، مگر اچانڪ چادر لهڻ تي اهو پدو ته نظر ايندو، مگر اهو ڦيرو به چٽيءَ طرح ذهن ۾ ايندو، جڏهن چادر کسي ڇڪيو ويندو

"اهو به پڌم ته نهايت غلط ڍنگ جون عورتون اوهانجي زندگيءَ ۾ آيون آهن." ڪابه عورت غلط ڍنگ جي نه ٿيندي آهي، مگر هتي پنو مطلب آهي، هڪ ته اشارو ونشانن ڏانهن آهي، جنهن کي نائڪا گهٽيا درجي جي لفظن سان نتي پڪارڻ چاهي ۽ ٻيو ته نائڪا جي راءِ موجب، جنهن ڍنگ جي نائڪ کي عورت کپي، هو ان کان مختلف آهن. (نيٺي حوالا: ڪهاڻي "سرءُ جا گل - پيلا پوپٽ")

۽ مان ان سلسلي ۾ اهو به چوڻ ٿو چاهيان ته ماڻهوءَ جي اصليت جو پنهنجو اظهار ٿيندو آهي، جنهن

مان ڌن جو علم ۽ بي علمي، ٻئي ظاهر ٿيندا آهن.
اظهار شخصيت جو عڪس به اڪري ئي ٿيندو آهي.
گهڻي لکڻ سبب سياويڪ مون ڪي نوان موضوع
تلاش ڪرڻا پون ٿا، ۽ مان گهڻو طبيعت جي زوربار
هيٺ لکان ٿو. ڪوشش ڪندو آهيان ته جهڙو
موضوع هجي اهڙو اظهار به هجي. انڪري جيڪڏهن
منهنجو نالو نه هجي ته پڙهندڙ شايد منجهي پون ته
’موهي - نرموهي‘، ’جواب‘ ’پنهنجو جهنم - پنهنجي جنت‘،
’پٽر جو دشمن‘ ۽ ’هڪ شريف ماڻهو ڳاڏيءَ ۾‘ جو
ليکڪ هڪ ئي سگهي ٿو. البت، انهن ڪهاڻين ۾
مان رڳو اصطلاحن ۽ ايمائن سبب جهلجي سگهان ٿو،
چاڪاڻ جو انهن ۾ ’موهينت‘ (موهنپڻو) هوندو آهي،
پر مان ئي انهن جو نر ماتا آهيان، ان ڪان به ته
مان انڪار ڪري نٿو سگهان.

مان اڪثر رات جو گهڻو وقت لکندو آهيان.
لکڻ جا به نمونا اٿم. ڪي ڪهاڻيون چلتيون ڦڙتيون
۽ لائيٽ هونديون آهن، انهن جي پنيان منهنجي ذهني
تياري گهٽ هوندي آهي. اڪثر هڪ ويهڪ ۾ يا
ٻن ۾ پورو ڪندو آهيان. ٻئي طرف ڪيترا موضوع
سالن کان ذهن ۾ پيا هوندا آهن ۽ پيا ڪلندا آهن،
ڪردار ابرندا ۽ زوردار ٿيندا آهن، تڏهن نهايت
سنجيدگيءَ سان لکندو آهيان ۽ هڪ هڪ لفظ، سٽ،
جملي ۽ سڄي ڪهاڻيءَ تي محنت ڪندو آهيان. ان
لاءِ مان اڪثر پاڻ کي ذهني ۽ مانسڪ طور تيار

ڪندو رهندو آهيان ۽ جڏهن ڪردارن مٿان اوهام جو پردو لهي ويندو آهي، تڏهن طبيعت جي زوربار هيٺ لکڻ شروع ڪندو آهيان. ۱۹۵۸ کان ۱۹۶۲ تائين مون ڇهه ست ڪهاڻيون مس لکيون ۽ انهن ڪهاڻين تي مون تمام گهڻي محنت ڪئي. 'درد ۽ سپنا' کان وٺي 'هٽو، مون کان پري ٿيو!' تائين ويجهڙائيءَ ۾ 'سرءُ جا پن- پيلا پوپٽ' ۽ 'ڇانڊوڪي' ۽ 'زهر' تي به ڪافي محنت ڪئي آهي. البت اهو ڏسان ٿو ته هلڪين ڦلڪين ڪهاڻين تي گهڻو داد ملندو آهي ۽ اڪثر سنجيده ڪهاڻيون فيل وينديون آهن.

پر نه غلط داد تي منهنجو مٿو ڦرندو آهي ۽ نه غلط تنقيد تي مان دل هاريندو آهيان، شايد اهوئي ڪارڻ آهي جو مان ختم نٿو ٿيان ۽ اڃا به پنهنجي طبيعت موجب لکندو رهان ٿو.

ڪهاڻيءَ جو فارم يا ٽيڪنڪ به اڪثر موضوع موجب چونڊيندو آهيان، يا ڪن حالتن ۾ انهن جو پنهنجو پاڻ نرماڻ ٿيندو آهي.

مان ڪڏهن به نائڪ کي مٿي کڻڻ لاءِ Negative ڪردارن کي ڌڪ نه هڻندو آهيان، مان انهن کي به برابر اوسر ڏيندو آهيان ۽ اڪثر هنن جو زور ۽ قوت گفتگو ذريعي ظاهر ڪندو آهيان. منهنجي گفتگوءَ ۾ اڪثر هر سوال جو جواب خود هڪ سوال هوندو آهي، جنهن مان ڪردار-جي Integrity ۽ Depth جي خبر پوندي آهي.

باقي مان مادرن ڪهاڻي تو لکان يا پراڻي، ڪهاڻيءَ جي فن کي ڳُهتا ٿو ڏيان يا ٽڏون، ان لاءِ اڃا تہ قلم کڻڻ جو وقت نہ آيو آهي؛ ۽ مون شروع ۾ چيو آهي تہ مان ان طرح جڪ مارڻ نٿو چاهيان.

هاڻ مان ڪهاڻي انڪري لکندو آهيان، ڇاڪاڻ جو اها منهنجي فطرت آهي؛ مان شايد زندگي ڀر ڪنوارو رهي سگهيان ۽ طرح طرح جون بيماريون بہ ڪاٽي سگهان، مگر مان ڪهاڻيون لکڻ ڇڏي سگهان، اهو منهنجي وس ۾ نہ آهي. مان انڪري لکان ٿو، ڇاڪاڻ جو مان لکي سگهان ٿو. ۽ جنهن لاءِ مونکي داس ڪيپٽال جا جپ صاحب پڙهڻ جي ضرورت محسوس نہ ٿيندي آهي.

—موهن ڪلپنا.
C-10/85 Sindhu Nagar -5
Distt: Thana
Bombay,
India.

# جـــواب

وات تي ننڍي ٻڏيءَ چيو: ”ڪيئن ٻائي ملئه ڪا نوڪري؟“
”نه.“
”ڪوشش ڪندو آهين؟“
”ڪندو آهيان.“
”پوءِ به نوڪري نٿي ملئي؟“
”نٿي ملي.“
”توکان پوءِ جن ميٽرڪ پاس ڪئي -آهي تن کي ته ملن پيون، توکي ڇونه؟“
........ مان چپ.
”تون سچيءَ دل سان ڪوشش نه ڪندو آهين!“
........ چپ.
”توکي ته وات ۾ گرهه ڪپي!“
........ چپ.

هٿي ڏينهن ڏاڏيءَ چيو: ”رات رڪمڻيءَ ٿي ڳالهه ڪئي ته تنهنجو منهن لٿو پيو هو!“
”ڪالهه ساڻس چرچا ڪونه ڪيا هئم.“
”ٻلا، اڄ تنهنجي شڪل روئڻ جهڙي ڇو آهي؟“
”منهنجي شڪل ئي آهڙي آهي.“

”ماني ڪائيندو آهين؟“
”ڪالهه هڪ دفعو ڪاڏي هئين.“
”توکي ڏسي روئڻ ٿو آچيم!“
........ چپ.

ڪجهه ڏينهن پوءِ، وڏيءَ ڀڻيءَ چيو:
”نرمل!“
”هون.“
”ٻڌائيندين ته توکي نوڪري ڇو نٿي ملي؟“
”توهين ٻڌايو.“
”ان ڪري، جو تون آهو نٿو ڪرين جيڪو هڪ ميٽرڪ پاس ڪيل کي ڪرڻ کپي.“
”دادي!“
”چئه.“
”ڪالهه رڪمڻيءَ ٿي چيو ته مون کان پوءِ جن ميٽرڪ پاس ڪئي آهي، تن کي ته نوڪريون ملن پيون.“
”صحيح آهي.“
”۽ جن مون کان اڳ پاس ڪئي آهي؟“
”تن کي به ملن پيون.“
”۽ جڻ مون سان گڏ ڪئي آهي؟“
”تن کي به.“
”گهٽائيءَ کي يا ڏورائيءَ کي؟“
........ هوءَ چپ.

”توهين ٽورائيءَ کي ڏسو ٿا!“

........ چپ.

”جيڪو جبل چڙهي وڃي ٿو، اِن کي ڏسو ٿا!“

........ چپ.

”جيڪي ڪرن ٿا، تن کي نٿا ڏسو!“

.... چپ.

”ڏسو ٿا، پر نظرانداز ڪريو ٿا!“

........ چپ.

”توهين ٽورائيءَ کي ڏسو ٿا، ۽ هٺائيءَ کي نظرانداز ڪريو ٿا!“

........ چپ.

”توهين ٽورائيءَ کي ڏسو ٿا اها سڀ ڳالهه آهي.“

”مگر مڪمل طور سڀ نه.“

”ڪيئن؟“

”توهين اُنهن ٽورن کي وساري ٿا ڇڏيو، جيڪي نوڪريءَ نه ملڻ ڪري آپگهات ڪن ٿا!“

........ چپ.

”جن مون کان اڳ ميٽرڪ پاس ڪئي آهي، تن مان ڪيترن ئي آپگهات ڪيو آهي.“

........ چپ.

”جن مون سان گڏ ڪئي، تن مان به.“

........ چپ.

”جن مون کان پوءِ ڪئي، تن مان به.“

........ چپ.

”توهان جي ماروت پارٽيءَ پنهنجي پٽ جي ماني بند ڪئي، ڇو ته هو ميٽرڪ پاس هوندي به بيروزگار هو. ياد اٿو ته ٽرين جي پٽن تي سمهي آپگهات ڪرڻ کان اڳ لکيل چٺيءَ ۾ هن اها ڳالهه صاف لکي هئي!“

........ چپ.

”مي ٽوڪيندا هئس.“

........ چپ.

”مون کي به ٽوڪيو ٿا!“

”نرمل.... !“

”مون کي وات ۾ گرهه ڪٿي!“

”نرمل!“

”چاڪاڻ جو سچيءَ دل سان ڪوشش نٿو ڪريان!“

”نرمل، چپ ڪر!“

”ڇو ته گهر ۾ سڀني کي بک مرندي ڏسي ڪلان ٿو!“

”بس، نرمل!“

”ڇو ته روئي نٿو سگهان!“

”نرمل، تون ڇڏيو ٿي پيو آهين!“

”نوڪري نٿي ملي!“

........ چپ.

”داڏي!“

”چئو.“

”نوڪري نه ملندي.“

”ڇو؟“

”اڄ هندستان ۾ ڇريا (بيروزگار) وڌي ويا آهن!“

”تنهنجو مطلب؟“

”هندستان ۾ ڇرين جون اسپتالون ٿوريون آهن!“

”تون سچ پچ ڇريو آهين!“

”اسپتال ۾ جڳهه ڇو نٿي ملي!“

........ چپ.

# هڪ شريف ماڻهو گاڏيءَ ۾

هو گاڏيءَ ۾ مري ويو. مرڻ کان اڳ هن پر
۾ ويٺل هڪ اپ-ٽو-ڊيٽ نوجوان کي چيو،
"ڏسو، مون کي ڇاتيءَ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿي ٿي پر
مان جلدي نه مرندس. نوجوان آهيان، موت کي روڪي
سگهندس. مگر مان شايد بيهوش ٿي وڃان. جيڪڏهن
ائين ٿئي ته ڪنهن طرح سان مون کي ڪنهن ڊاڪٽر
وٽ ڪٽائي وڃجو. مون وٽ پئسا ڪونهن، پر مان
ڊاڪٽر کي convince ڪندس ته منهنجو علاج مفت
ٿيڻ گهرجي. ڇو جو مون لاءِ زندگي نهايت خوبصورت
آهي ۽ .... ۽ مون شادي به ته نه ڪئي آهي."

اپ-ٽو-ڊيٽ نوجوان پهرين اوسي پاسي نهاريو.
گهڻن ماڻهن کي ڏسي هن جي دل ڪجهه مضبوط
ٿي. تنهن بعد هن پنهنجا کيسا سنڀاليا. خاطري ڪرڻ
بعد ته هن جي کيسي مان ڪجهه به چوري نه ٿيو
هو، هن نهايت تسڪين سان پنهنجي بيوسي ظاهر
ڪندي چيو، "پر مان ته ڪنهن ڊاڪٽر کي
ڪونه سڃاڻان!"

"ڪنهن به ٽئڪسيءَ واري کي چئجو. هو ڪنهن
نه ڪنهن وٽ وٺي هلندو. توهان ڇا هڪ نوجوان

جي زندگي بچائڻ لاءِ ٽئڪسي جو ڀاڙو به نه خرچيندا؟"
۽ ائين چئي هن مشڪي ڏنو.

آپ - ٽ - ڊيٽ نوجوان هراس وچان اٿي ڪنڌو
ٿيو ۽ چيائين، "معاف ڪجو، مان بمبئي ۾ نئون آهيان."
۽ هو اينڊرڙ اسٽيشن تي لهي ويو.

۽ هن ڏٺو: اهو هڪ ماڻهو هو، آها هڪ تهذيب
هئي! ۽ هن اکيون بند ڪري ڇڏيون. هن جو منهن
پيلو ٿي ويو ۽ ڇاتيءَ تي رکيل هٿ ٿڌو ٿي ويو ڪائي
سيٽ کان ٻاهر لٽڪڻ لڳو.

وڪٽوريا ٽرمينس اسٽيشن تي پوليس پنچ - نامو
ٺاهڻ لڳي. اسٽريچر جو بندوبست ڪيو ويو. گهڻا
ماڻهو روڪجي ويا. ڪن جون اکيون ڦاٽي ويون.
ڪن جون بند ٿي ويون. ڪي لڙ کڙايا. ڪي تڪڙو
تڪڙو هليا ويا. ٻن ٻن ٽڻن جي مختلف ٽنجن چوڻن
حلقن ۾ جا ڳالهه ٻولهه ٿي، تنهن مان ظاهر ٿيو ته
آن ڏينهن هڪ ئي وقت پنج ماڻهو مري ويا هئا....
پنج ماڻهو....

پهريون ماڻهو:
"مان هن کي سڃاڻان!"
"سڃاڻينس؟ ڪير آهي؟"
"هڪ پريمي. ويچارو شادي ڪري نه سگهيو."
"اڇا!"

”منهنجي هڪ دوست ڳالهه ڪئي ته ڇوڪريءَ
جي ماڻهن جي خيال موجب هو ايترو ته غريب هو
جو هو زال کي ڪنهن به حالت ۾ سکي رکي نٿي
سگهيو. انڪري هنن هن کي ڏيتي ليتيءَ جي آڇ
ڪئي، جا وري هن ناقبول ڪئي.“

”ڇو؟“

”هنجو خيال هو ته زال آها جا مڙس کي ڏک سک
۾ ساٿ ڏئي، جي ڪاڻ لاءِ ڪجهه نه هجي ته مڙس
سان گڏ بک مري. هن جي راءِ موجب زندگي سک
جي هڪ گهڙي ۽ ڏک جون هزار راتيون آهن. پلا
سک جي آها گهڙي ڪهڙي، جنهن پٺيان هزار راتين
جو ڏک ويدنا ۽ تڙپ نه هجي؟“

”۽ ڇوڪري؟“

”ڇوڪريءَ چيو: مان هن سان گڏ بک مرنديس.
مشين تي ڪپڙا سبنديس. ڏوڏيون پچنديس، گڏڏيون ۽
پرسون ٺاهينديس - پر ماڻهن کيس ٺٺڪي ڏني، جيڪڏهن
تون هن سان وري ملينءَ ته اسين سڀ آپ-گهات
ڪنداسين. اعتراض طور هن جي ماءُ ڪپڙن تي
گاسليٽ به هاريو. صرف هن کان ماچيس ٿي لڌو....“

”پوءِ؟“

هن چيو: ”پريم صرف گڏ ٿيڻ جو سچ نه آهي،
جدا ٿيڻ جو فن به آهي. سيڪو روئي جدا نه ٿيندو
آهي، ڪي هٿ ملائي به الڳ ٿيندا آهن. شادي پيار

۾ هڪ واعدو آهي، پر ان پريم کي قائم رکڻ لاءِ ڪڏهن اهو واعدو به ٽوڙي سگهجي ٿو. مسئلو شادي نه، پر اهي واعدا آهن — جي ڪڏهن هلي نه سگهجن، ته ڇا انهن واعدن کي نهايت سهڄ سڀاويڪتا سان ٽوڙي نٿو سگهجي؟"

"ڇا اهو سچ آهي؟"

"ها!"

"جيڪڏهن ها ته اهڙي شخص اڳيان مان پنهنجو سر جهڪايان ٿو."

پيو ماڻهو:

"مري ويو!؟.... سڀ ٿيو. اهي ڪمبخت ائين مرندا آهن."

"تون هن کي سڃاڻين؟ ڪير آهي؟"

"ها، مان هن کي سڃاڻان. ڪڏهن ڪڏهن هوٽل ۾ اخبار پڙهڻ ايندو هو. ماڻهن تي رعب ڇاڙهڻ لاءِ اڪثر انگريزيءَ جا گرنٿ کڻي گهمندو هو. هڪ ڏينهن ڪوڪ شاستر به ڏٺومانس. سندس شڪل مان ظاهر هو ته هو ڏاڍو بداخلاق هو. ڇوڪرين جون ڳالهيون پڙهڻ مان هنجون اکيون ڇنگائي تيليءَ جيان ٻري اٿنديون هيون. شروع شروع ۾ هڪ ڇوڪريءَ سان بمبئيءَ ۾ ريل ڇيل گهمندو ڏٺومانس. هڪ دفعي ميوزم، هڪ دفعي آرٽ گئلري ۽ هڪ دفعي ڪارنيوال ۾ به ڏٺومانس. بداخلاق هوندي به، اي ڇوڪريءَ

سان نه، ساڳيءَ ڇوڪريءَ سان بيچ ڪينڊيءَ تي
به ڏٺو مانس. سمنڊ ڏانهن سُنهن ڪري، هن جي ڪمر
۾ ٻانهن ورايون بيٺو هو. مان اڌ ڪلاڪ بيٺو هوس
۽ هو به اڌ ڪلاڪ بيٺا هئا. ڇوڪريءَ جا وار هوا
۾ ڊهي ويا هئا، پر هوءَ هن جي پريم ۾ ايڏي ته
انڌي ٿي چڪي هئي جو وارن کي ڦاهيائين به نٿي.
ڀلا اسان کي اهڙيون ڇوڪريون ڇو نٿيون ملن؟ ڇو جو
اسين ڪين بيوقوف بڻائي نه سگهندا آهيون."

"آن وقت، وقت گهڻو ٿيو هو؟"

"آن وقت شام هئي، پر شام ڪنهن جي محبوبا
ناهي جو چپ چاپ ڪٿي بيهي رهي. قدرت جي قاعدي
موجب هر شام کان پوءِ رات ٿيندي آهي ۽ آها رات
آن شام بعد ٿيڻ واري هئي."

"هم هم هم ها.... مون سمجهيو. ۽ رات جو بمبئيءَ
جي هوٽلن ۾ جڳهيون به گهٽيون ملنديون آهن.
ڪيتريون هوٽلون هونديون ئي رات لاءِ آهن....
هم هم ها...."

"۽ اچ ڏس.... هو ڪميٽو مري به ويو آهي."

"هل يار.... هتي ويهڻ سان اسان جي آتما کي به
پاپ لڳي سگهي ٿو."

ٽيون ماڻهو:

"ڇا هي مري ويو آهي.... افسوس!"

"پر هي آهي ڪير؟"

"منهنجو جهونو پاڙيسري، نهايت ڀلو ماڻهو هو،
وشواس ڪرڻ جي حد ڪان ٻاهر تائين هو نيڪ
۽ شريف هو. هو جڏهن ڪان بيروزگار هو، تڏهن...."

"تڏهن؟"

"تڏهن سڀ ماڻهو هن کي ٽوڪيندا هئا."

"سڀ ماڻهو!"

"ها.... نوڪري هن کي نٿي ملي انڪري هن
هڪ نئون رستو ڳولهي ڪڍيو.... ڪجهه پئسا
ڪمائڻ جو."

"ڪهڙو نئون رستو؟"

"ڪنهن کي ٻڌائين متان؟"

"نه ٻڌائيندس:"

"هو هر پندرهين ڏينهن هڪڙن بلڊبئنڪ کي
پنهنجو رت وڪڻي ايندو هو. انڪري ئي ڏاڍو ڪمزور
ٿي ويو."

"عجب آهي!"

"۽ هو هڪ سٺو نگرواسي به هو. اڪثر روز
رات جو چئن نوجوانن سان پاڙي ۾ پهرو ڏيندو هو.
ڪيس پنهنجي هڪ سيٽي، ٽارچ ۽ لٺ هئي. چون ٿا:
هڪ دفعي هن هڪ چور کي جهليو به هو. ۽ شايد
چور جي روئڻ تي هن کي ڇڏي به ڏنو هئائين ۽
چون ٿا ته اهو چور پوءِ سڌري ويو ۽ اسٽيشن تي

ڊبروئيرن وڪڻ لڳو. خبر ناهي ڇورو هن کي ڇا چيو ۽ خبر ناهي ڇور کي هُن ڇا چيو.“

”اهڙا ماڻهو جلدي ڇو ٿا مرن؟“

”ڇاڪاڻ جو هو تمام سنا آهن.“

”تنهنڪري؟“

”تنهنڪري هو پين جي ڏکن جو گهڻو بار کڻي نٿا سگهن.“

ڇوڏون ماڻهو:

”هڪ بيڪار ۽ کوکلي ماڻهوءَ لاءِ وقت وڃائڻ ٺيڪ نه آهي.“

”ڇا سچائينس؟“

”نه رڳو سچائنس پر سچائڻ سان گڏ مان هن کان نفرت به ڪندو آهيان.“

”پر ڇو؟“

”ڇو؟.... ڇو جو هو سگريٽ ڪونه ڇڪيندو هو، پاڻ ڪونه کائيندو هو، گاڏيءَ ۾ راند ڪونه ڪندو هو، ڇوڪرين سان مسخري ڪونه ڪندو هو، هو گاريون ڪڍڻ کان وڌيڪ اخبار پسند ڪندو هو. مون هن جي ڪيترا دفعا بي عزتي ڪئي هوندي، پر هن مونکي ڪڏهن به اعتراض طور گار نه ڏني. پاڻ نوجوان هو، پر ڪڏهن به ڪنهن ڇوڪريءَ کي اک هڻندو ڪونه ڏٺوسانس. هن کي زنده رهڻ جو ڪهڙو حق هو، اها ڳالهه مون کي

اجا به سمجهه ۾ نه آئي آهي. ڏس، ايتري ۾ هو مري به ويو آهي. شريف ماڻهن کي اڪثر ڳجهيون بيماريون ٿينديون آهن ۽ هو ان طرح اوچتوئي مري ويندا آهن....“

”ڪوڪلن ماڻهن جي موت تي افسوس ڪرڻ وارن مان، مان نه آهيان اڄ رات ڪولابا هلبو. ۽ خوب عيش ڪبو.... هلبو؟....“

”اسين گهرا آهيون. ضرور هلنداسين.“

پنجون ماڻهو:

”غريبن جو دنيا ۾ ڪوئي ڪونهي. ان ڏينهن پڇيومانس: آخر تنهنجي شادي ڪڏهن ٿيندي؟ چيائين: غريبن جي شادي ٿيندي ناهي، رد ٿيندي آهي. مان سندس ان جواب جو اجا صدمو برداشت نه ڪري سگهيو هوس جو هڪ ڏينهن هو منهنجي گهر آيو. ڪيس ڏن مهنن جي مسواڙ پرٽي هئي. مون کي پئسن واپس ملڻ جي اميد نه هئي. انڪري هو ڪجهه گهري ان کان اڳ مون پنهنجي ڏکن جا داستان اورڻ شروع ڪيا. ڳالهه سمجهي هن شخص مون کان هڪ ڪوڏي به نه گهري. ۽ چون ٿا ته هن آخر پنهنجي مرحوم پيءُ جي هڪ ئي ڏنل نشاني واچ وڪڻي اها مسواڙ پري. پوليس هنجي گهر نه آئي؛ پر اڄ هن جي لاش پرمان آئي آهي.... پر پوليس هن کان وٺندي ڇا ۽ هو.... هو پوليس کي ڏيندو ڇا....؟“

”افسوس.... ڪوئي ڪونهي جو هنجي پر ۾ بيهي به لڙڪ وهائي!“

”ڇا ڪوئي ڪونهي؟.... ماڻ نه آهيان .... ۽ مون کي پنهنجي پاپ جو پراشچت به ته ڪرڻو آهي. ماڻ هن کي زندگيءَ ۾ برابر ڪم اچي نه سگهيس، پر ڇا موت بعد ڪم اچي نه سگهان .... اچ .... نزديڪ اچ......“

وڪٽوريا ٽرمينس اسٽيشن تي ماڻهو برابر پنج مٺا هٺا. پر لاش صرف هڪ ماڻهوءَ جو پيو هو....

# گھوڙالو

ڇا بهتر نموني مان جيئي سگهجي ٿو؟ جيئڻ ته پري رهي پر بهتر نموني مان مري به نٿو سگهجي! ڪهڙي هيءَ زندگي آهي. سوچيان ٿي ته ڪل ٿسي اچي، نٿي سوچيان ته ڏک ٿو ٿئي. اسين ڇا سچ پچ جيئڻ لاءِ ۽ مرڻ کان مجبور آهيون؟

هو سڄي رات جاڳيو آهي. پيرانديءَ کان ويٺو هو. رئي مان پنهنجي، هڪ ٽنگ منهنجي ٽنگ مان ڀڏي هٽائين. هڪ دفعو باٿ روم ۾ ويس ته هو به مونسان گڏ هليو. ڪيس ڊپ هو ته مان ڀڄي ويندس. ڇاڻي نٿو ته ڀڄي آخر مان ويندس ڪيڏانهن؟ جنهن جو من ٻاندي آهي، انجي مُڪتي بندڻن ۾ ئي آهي. اهو آڪيري جو بندڻ آهي جيڪو پکيءَ کي آڪاش جي اننت اتاهين تي ڪٽي وڃي ٿو.

ٻئي طرف منهنجي جذبات ۾ به ماٺائي آئي آهي؛ انڪري مان هرچيز کي انجي نسبت ۽ پس منظر ۾ ڏسي سگهان ٿي. پلڪ جي ڪٺاس، تلخيءَ ۽ بي رحميءَ پٺيان نه معلوم ڪيترين گهٽنائن جي زورن ۽ دٻاون جي تياري آهي انڪري صرف ان پلڪ کي ڪٽي ڇا جيئڻ مرڻ جو فيصلو ڪري سگهجي ٿو؟ ۽ اهي گهٽنائون به ته پنهنجو پاڻ نٿيون ٿين. انجو به وسيع

پس منظر آهي ۽ انڪري اها ڪشش، اها تلخي ۽
پلڪ جي اها بي رحمي ايتري سياويڪ آهي، جيتري
ڪم لنبي سفر ڪرڻ سبب ٿڪاوٽ جو ٿيڻ.
هو جڏهن ڏک ۾ هوندو آهي، تڏهن رويءَ بابوءَ
جي گيتانجلي پڙهڻ شروع ڪندو آهي. مگر رات هن
ائين نه ڪيو. هو سڄي رات منهنجي مک ۾ نهاريندو
رهيو. ڄڻ پٽر جو بوتو هو. ڄڻ منهنجي مک ۾ نه،
پنهنجي من ۾ ٿي نهاريائين ۽ هو سمرتين جي ڏنڌ ۾
ڪم ٿي ٿي ويو.
يا شايد ان مک ۾ هو پنهنجي سنيهه جي مهرن
جا نشان ڳولهي رهيو هو، جي نشان منهنجي مک ۾
نه پر هن جي سمرتين ۾ هئا ۽ انهن جو قدر انڪري
هو، ڇاڪاڻ جو ان جي ٽڪر ۾ هاڻ صرف بي رخيءَ
جي سختي هئي، انجو ڪبٽراسٽ هو.
مان ضد ۾ هيس هن منهنجو بيجد ايمان ڪيو
۽ منهن ڦيرائي سمهي پيس. اکيون به بند ڪيم،
مگر هو ته بند اکين ڪي به ٿي ڏسڻ ۾ آيو. اهوئي
اداس مک- مايوس نظرون. ڄڻ ڪنهن ڪنڊهر جو
ڍانڙو وٺي موٽيو آهي؛ جتي ڪڏهن زندگي ۽ انجي
هلچل هوندي. گهري بن جي ڇايا جيان نهايت منسان
۽ رهسيه پريو. هنجي خاموشي به اداس ۽ طويل. ڄڻ
ان ڪي پنهنجا سلسلا، پنهنجا ڦهلاءَ آهن. هڪ پلڪ
لاءِ اکيون بوٽي ته ائين لڳي ڄڻ ديوار تان رنگ
لهي ويو آهي. انهن بن اکين جي پنهنجي مايا آهي.

واديون ۽ ويراني، ڄڻ ڪنهن ڪوتا جو ٻنو ڦاڙي هوا ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو هجي.

هن مونکي تمام پيڙيو آهي، پر اوترو ته هن به ڀوڳيو آهي. انڪري ئي هو سڄي رات جاڳيو آهي ۽ هاڻ هو ٿڪي ويو آهي.

مان ڪچن ۾ ويندس ۽ چانهه ٺاهيندس. ٽري اچي پلنگ ڀرسان ٽيبل تي رکندس ۽ هيٺ نئڙي هن جو مک چمندس. هن جو منهن فرش طرف آهي. هو اکيون کوليندو ۽ منهنجي پيرن کي ڏسندو. ۽ پوءِ مک مٿي ڪري چوندو. سنيتا........سنيتا........ سنيتا........

ان ڏينهن هو آيو ۽ بنا ڳالهائڻ جي پلنگ تي ليٽي پيو. مان هن جي سيرانديءَ کان اچي ويٺس. چيم، "ڇا ٿيو؟"

هن ڪوبه جواب نه ڏنو.

مان ٿورو ترسي اندر ڪمري ۾ ويس ۽ اسٽو ٻاري وري ٻاهرئين ڪمري ۾ موٽي آيس. ڏٺم ته هو ديوار پاسي منهن ڪري بيٺو هو. ڪيترين راتين کان هو اڪثر دير سان گهر موٽندو هو، گهٽ ڳالهائيندو هو ۽ ليٽي پوندو هو. مون ڪيترا دفعا هن کي ڏونڌاڙيو هوندو، مگر هو پاسو ورائي ڇڏيندو ۽ اکيون کولي منهنجي منهن کي ڏسڻ جي تڪليف نه وٺندو.

مون هن کي پٽيان ڀاڪر پاتو. ٻئي ٻانهون وڌائي ڪلهن تي ۽ منهن کي آڏو ڪري ڀنيءَ تي رکيومانس. وري به چيم، ”تہ ڇا نہ ٻڌائيندا؟“

”مان...... مان توکي پيار ڪري نٿو سگهان. منهنجون قوتون مري ويون آهن.“

”يعني مان مري ويٺي آهيان.“ لڳم تہ ڀنهي هٿن سان هن جي ڪلهن کي ڏاڍو زور ڏيئي ويٺي هئس.

”توکي مان ڇا سمجهايان سنيتا.“

مان هن کان الڳ ٿي، ديوار وٽ اچي بيٺس ۽ چيم، ”شادي بعد پيار روپ بدلائيندو آهي. جوابداريون پوڻ سبب پيار ۾ سنجيدگي ايندي آهي. مشنيما ٿئا ڏيکاريو، پر مون ڇا ڪڏهن اهڙي شڪايت ڪئي آهي؟“

هن موڏانهن نهاريو. سامهون چڻ لاهم هوس. هن جون پلڪون ڪجهہ اِن انداز سان جهڪيون جڻ هن جون نظرون هيٺ ۽ هيٺ نہ معلوم ڪهڙين ٿيٽاين تي وڃي ڪرنديون. دريءَ جي ڪهري احساس سبب هو مونکي هڪ اجنبي لڳو ۽ مان سوچڻ لڳس تہ هو ڇا اهو شخص ٿي سگهي ٿو، جنهن سان منهنجي زندگيءَ جي هزارن شامن ۽ پرڀاتين جا وچ وارا حصا، هڪ گهر، هڪ ڪمري ۽ هڪ بستري تي گذريا آهن؟

ساڳئي وقت مونکي اهو بہ ويچار آيو تہ پيار نہ ڪري سگهڻ جي شڪايت هن کي نہ، مونکي ڪرڻ گهرجي گذريل ٻن سالن کان هن مونکي هڪ ساڙهي بہ تہ نہ وٺي ڏني آهي. ڀهرين لفظن جي شاپنگ ڪندو

هو، مگر آهستي آهستي هن انهن لفظن کي به پنهنجي خاموشيءَ جي شيوا ۾ لڳائي ڇڏيو ۽ ان طرح اها ويئي، جا هو پهرين روز ۽ پوءِ هر موڪل، ۽ ڇنڇر جي رات وٺي ايندو هو، انکي به اٽڻ وساري ڇڏيو، يا ان کي به اٽڻ جي ضرورت نه سمجهي. نگاهن تي به جيئي سگهجي ٿو، مگر اهي به ته منهنجي مک جو دگهه ذسن نه!؟

پهرين سويل، پوءِ دير سان ٿي سهين، ماني گڏ کائيندو هو، مگر هاڻ اهو به نه پڇندو آهي ته مون ماني کاڌي به آهي يا نه. مان هميشه برسات جيان ورسان. اچي ته سرو جي چالڊوڪيءَ جيان آداس آداس ٻهڪان، مگر هو پنهنجي من جي انڌڪار ۾ گم. ڪارا وار، ڪلهن تان پريشان ٿي، وراڪو کائي هيٺ کسڪيو وڃن، مگر هن جي نظر ڇت ۾، پت تي. ديوار پرسان مان ائين لڳان ڄڻ سرن جي دير پرسان هڪ پٿر پيو هجي.

۽ مون اعتراض اٿاريو، "آخر هن مزا جو ڪهڙو ڪارڻ آهي؟ ڇو اوهين ٻوڪيو ٿا ۽ مان ٻوڪيان ٿي؟ ڇا هڪ سٺي زندگي گهارڻ لاءِ به صحتمند شرير، ٻه حساس دايون ڪافي نه آهن؟"

ڇنن غفا مان آواز آيو، "مگر سک ڪٿي آهي؟ ناهي، جي غم اڳيان آهي، ته سک ڇا آهي؟ تو ۾ ڇا آهي؟ مون ۾ ڇا آهي؟"

"اوهين مايا جي چڪر ۾ رهو ٿا. اوهان کي

پنسو گهرجي. مگر پنسو اوهان کي ملي نٿو. انگريز هڪ مايا کي نہ پاڻي پيءِ مايا ۽ گرفتار ٿي ويو ٿا. اوهانجي مايا بہ منهنجي آهي، ان ڪان اوهان کي پاڻ بہ بچائڻو آهي ۽ مون کي بہ بچائڻو آهي."

"مگر انجي راهہ ڪهڙي آهي؟ ڪتڪ ۽ چانورن جو اگهہ مان چاڻان ٿو. ۽ مان ڏيهن سالن جي عمر ۾ بہ صرف ڏيڍ سئو رپيا ڪمايان ٿو. ڇا مون کي جيئڻ جو حق آهي؟ زال جيڪڏهن شڪايت نہ ڪري تہ ان مان مڙس مهان نٿو بڻجي."

"پاڻکي ان طرح گهٽ ڪري مون کي وڌيڪ ڏکي نہ ڪريو..... هلو......"

مگر اها دوري پنهنجون حدون وڌائيندي ويئي.

ان ڏينهن هن ڪٻٽ مان باڪس ڪڍندي چيو،

"زيور ڪيڏانهن ويا؟"

چيم، "آرسيءَ اڳيان ٿي پيهو- اوهان کي جواب ملي ويندو."

"سنيتا، ڇا تون اهي وڪڻي ڇڏيا؟"

"ڇا زال مڙس کي وڪڻي سگهي ٿي؟"

هو وري بہ ديوار ڏانهن منهن ڪري ويٺي رهيو.

منهنجي پنيان بہ ديوار هئي، ڪٻٽ هو، شيلف هئي.

هن جي منهن ڦيرڻ مان ائين لڳم تہ اهي بہ چڻ

پنهنجي جڳهہ تان هٽي ويا ۽ پاسو وٺي بيهي رهيا.

"اوهين غم نه ڪريو، اوهان ڪان پيا نه گهرندس."

"نه گهرنديءَ ڇاڪاڻ جو مان آڻي نه سگهندس."

"مون کي غلط نه سمجهو."

"ڇاڪاڻ جو مان ايماندار آهيان ۽ ڏکيائيءَ ۽ بدمعاشيءَ سان ڪمائڻ جو هنر نٿو ڄاڻان. ڇاڪاڻ جو آفيس ۾ انڪريمينٽ نٿي ملي. ڇو جو مونکي زنده رهڻ ۽ پوڙهڻ جي سزا مليل آهي نه، ۽ اها توکي به مليل آهي. ڇاڪاڻ جو تون منهنجي زال آهين؛ انڪري توکي پنهنجا زيور وڪڻڻا پون ٿا."

"پتنيءَ سان ملي اوهان کي خوشي نٿي ٿئي؟"

"خوشي! خوشي مون لاءِ پرائي عورت آهي."

"ته پوءِ مونکي پرائي عورت سمجهو ۽ خوش ٿيو."

"توکي پرائي عورت سمجهان؟ منيتا ڇا زهر پيئڻ وڏيڪ سولو نه آهي؟"

منهنجو من پرجي آيو چيم، "مگر مون کان اوهانجو ڏک سٺو نٿو وڃي."

"اهو توکي سهڻو پوندو. تون ۽ مان، انهن پين هزارن جيان آهيون، جيڪي انڪري جيئڻ لاءِ مجبور آهن، ڇاڪاڻ جو انهن ۾ ساهه آهي ۽ اهو ئي هنن جو ڏرياءُ آهي. سڄو ڏينهن پيچ پچان. ٻيو ڏينهن به ساڳيو. ٽيون ڏينهن به ساڳيو. ان طرح هر اينڌڙ سال، سڄو مستقبل پيچ پچان جي سزا آهي. ڪهڙيءَ طرح مان سک جي رات گذاريان، جڏهن ڄاڻان ٿو ته صبح جي پهرين ڪرڻ سان گڏ سڄي ڏينهن جي

هڻ پٺ جو ويچار به ايندو ۽ اهو ويچار پنهنجي سر تي ماضيءَ جي تمام ڏينهن جا بار به کڻي ايندو. مان سڀني غمن ۽ پريشانين کي اڇي ڏنو بستري تي سٽيان. پر هاڻ اهو بسترو به انهن پريشانين جو آشرم بڻجي ويو آهي. اڳ ۾ تنهنجي ڇاتيءَ ۾ منهن لڪائي سڀني ڏکن ۽ پريشانين کان مڪت ٿي ويندو هوس، مگر اڄ اهي غم ۽ پريشانيون آهن جي منهنجي مک کي تنهنجي ڇاتيءَ کان پري کڻي ويون آهن. هاڻ اهي غم ۽ پريشانيون ڀوت ۽ دوتيون بڻجي منهنجي پنيان ڪاهي پيون آهن. آنيس جو قرض آهي. دوستن جو قرض آهي، ڪنڌ مٿي ڪري هلي نٿو سگهان. غم سبب ڪم ۾ غلطيون ٿو ڪريان. غلطين سبب ڪاريون ٿو کان ۽ انڪري وڌيڪ غمگين ٿيان ٿو ۽ وڌيڪ غلطيون ٿو ڪريان. آخر ڇوٽڪارو ڇا ۾ آهي؟"

"پر اوهين زندگيءَ کي ايترو گنڀيرتا سان وٺو ڇو ٿا؟"

"نه وٺان نه؟ شايد نه وٺان، جيڪڏهن تون نه هجين، پوءِ شايد آپگهات ڪرڻ ۾ تڪليف نه ٿئي...."

ان کان اڳ منهنجو هٿ هن جي وات تائين پهچي ويو، "ڀڳوان جي واسطي ائين نه چئو، ڇا سيان جي غم تي اڄ جي خوشي ناس ڪري ڇڏجي؟"

"سيان جو غم ئي اڄ جي خوشيءَ جو آرنڀ آهي - هر خوشي غم جو اشارو آهي. سنيتا We are

Condemned to live زندگي اسان کي ڏوڳڻ لاءِ ملي آهي."

"اوهانجو سچو خيال نه هئڻ جي غم تي ٻڌل آهي، هئڻ جي سک ۾ نه آهي. جو آهي، انجو لطف ماڻڻ سکون ايترو ڇا ڪافي نه آهي؟"

"ڏو ڪي ڇا سمجهايان. اسين زندگيءَ ۾ Secured نه آهيون، نه پورا جيئڻ جا وسيلا ميسر آهن ۽ نه مرڻ جا. نه بهتر نموني سان جيئي ٿو سگهجي، نه بهتر نموني سان مري ٿو سگهجي."

شاديءَ کان اڳ هو اڪثر خوش رهندو هو. ڪوتا پڙهندو، ٻڌائيندو، ڪتاب پري ڦٽو ڪندو ۽ مڪت مڪيت کلندو. شاديءَ بعد هو نه لکندو ۽ نه ڪتاب پري ڦٽو ڪندو، صرف اکيان وڏي پاڪر پائيندو ۽ مشڪندو. ڪشمير جو سٿر صرف" هن جي انهن مسڪراهٽن جي ڏڪيڻن تي اُتي سگهيو. مگر سستي آهستي اهي مسڪراهٽون، شيلف تي رکيل ڪتابن جيان پراڻيون ٿينديون ويون. مون هنجي چهري تي اهي ساڳيون مسڪراهٽون آڻڻ لاءِ نوڪري ڪرڻ جي اِها ڏيکاري، مگر هن هميشه انجي آلوچنا ڪئي. اِها ڳالهه هو برداشت ڪري نٿي سگهيو. هن کي اهو سوچيندي ماسڪ تڪليف ٿي ٿئي.

رات هو ماني کائي اٿيو تہ مون چيو، "ٻڌو، مونکي نوڪريءَ جو آرڊر آيو آهي. ڪريان؟"

هن نيپڪن ـان منهن صفا ڦي ڪيو. يڪدم تيز ٿي چيائين،

”ڇا؟“

”ـان اوهانجو ڏک سهي نٿي سگهان.“

”انڪري ـون تي مهرباني ڪرڻ ٿي چاهين؟“ ائين چئي هن نيپڪن کي پريان ڦٽو ڪيو.

”اهو ته ڏک سک جو ساٿ آهي.“

”۽ انجو ڏنڍورو به آهي.“

”اوهان پل منهنجو ايمان ڪريو، مگر ـون فيصلو ڪيو آهي.“

”ڇا تون اڪيلي پنهنجي روءِ ـوءِ فيصلو ڪري سگهندي آهين؟“

”ڇا ـوچ جو ڪم صرف ٻه يا انڪان مٿي دماغ ڪري سگهندا آهن؟“

”ـان فيصلي جي ڳالهه ٿو ڀچان.“

”مگر فيصلو ڪرڻ لاءِ ٻـه دماغ ڊوڙائڻو پوندو آهي.“

”پر ـونکي اها ڳالهه پسند نه آهي.“

”ڇو پسند نه آهي؟“

”ڇو جو ـان توکي انهن تڪليفن کان بچائڻ ٿو چاهيان، جن تڪليفون منهنجو دم گهٽيو آهي.“

”مگر اوهان ـان گڏ منهنجو به ٿو دم نڪري، جيڪڏهن ـان نوڪري ڪنديس ته آمدني وڌندي، تڪليفون گهٽبيون.“

"نوڪري ڪرڻ خود هڪ تڪليف آهي. تڪليف مان تڪليفن کي ڪيئن ٿو گهٽائي سگهجي؟"

"تہ اوهين اجازت نہ ڏيندا؟"

"منيتا!"

"ڇو جو ان ۾ اوهانجي بيعزتي آهي!"

"منيتا!"

"يا ڇو تہ اوهانجو مون ۾ وشواس ڪونهي. تہ مان اوهانجي زال نہ، غلام آهيان؛ ڇو جو ان طرح آزاد ٿيڻ سبب منهنجي من مان گهٽن ۽ پوسٽ هلي ويندي ۽ انڪري اوهانکي پيار جا اهي .ڊائلاگ نہ ملندا، جنهن لاءِ اوهين اڪيلي سر ايڏيون تڪليفون برداشت ڪرڻ بهتر سمجهو ٿا."

"ڇا مائيءَ ۾ زهر ڏيڻ توکي بهتر نہ لڳو؟"

"مان عورت آهيان، راڪشڻ نہ آهيان، ان حالت ۾ زهر مان پاڻکي ڏيئي سگهان ٿي، مگر ان جي بہ ڪهڙي ضرورت آهي؟ هڪ عورت جي ڏتي روز زهر جو ڍڪ ڪنهن ڪسي نٿو ملي؟ ڪير آزاد آهي؟ ڪنهنجو سنمان آهي؟"

اچانڪ هنجو هٿ مٺي ڪجي ويو ۽ هن چلائي چيو، "تنهنجو ايڏو ساهس؟"

ان ڪچيل هٿ ڏانهن نهاري سون بہ چلايو، "ڏيو پنهنجي ويرتا جو ثبوت.... ماريو.... ختم ڪري ڇڏيو. اهسو سڀ هڪ وقت ۽ ڍڪساهي ٿيندو، پنهي کي ڇوٽڪارو ملي ويندو."

”تنهنجي منهن مان اهڙي ڳالهہ ٻڌڻ بعد مان سمجهان ٿو تہ جيڪڏهن مان ڪنوارو هجان ها تہ بهتر ٿئي ها ۽ اڃان بہ وڌيڪ بهتر ٿئي جيڪڏهن منهنجو پيءُ بہ ڪنوارو هجي ها. ڪنهن طرح مان نہ هيءَ ڏيهہ ملي ها، نہ پراڻ مان ها ۽ نہ تون ملين ها“

تڏهن مان ٻئي ڪمري ۾ ڊوڪيندي ويس.

ڇا هو ان طرح مونکي ماري سگهي ٿو؟ تہ پوءِ آخر مان ڇو جيئان؟ ڪلهہ ڏک، اڄ ڏک. سڀاڻ ڏک. ڏکن جو ڪو انت نہ آهي. اڄ هو مونکي مارڻ آيو ۽ چوي ٿو تہ ڪاش مان ڪنوارو هجان ها.... ان حالت ۾ مان ڇا جيئي سگهان ٿي؟.......

۽ مون ڪاسليٽ جو دٻو کڻي پنهنجي مٿان وڌو. نہ، نفرت نہ ٿي. منهنجي سڄي ساڙهي، سڄو بدن ڪاسليٽ ۾ پسي ويو. سوچيم، هاڻ هڪ تيلي ڏينديس ۽ ڪن گهڙين جي پيڙا بعد زندگيءَ جي انيڪ ڏکن کان آزاد ٿي وينديس.

مان ڪچن ۾ ويس. ماچيس ڳولهيم. ڪچن ۾ ماچيس نہ هو. ڪٻٽ کوليم. اتي نہ هو. اندريون سڄو ڪمرو ڳولهيم، اتي بہ نہ هو، هڪ جاري تي رکيو هو. کنيم ۽ کوليم. مگر ان ۾ تيليون نہ هيون. پيتي کوليم، ڪپڙا ڪڍي ڦٽا ڪيم. مگر ماچيس نہ هو. سوچيم: ڇا ٻاهر وڃان؟ مگر منهنجا ڪپڙا تہ ڪاسليٽ سبب آلا هئا ۽ انهن مان ٻانس بہ ٿي آئي.

وار بہ بگڙجي ويا ھئا ۽ منهن بہ سخت ٿي ويو ھو. آخر مان ماچيس ڪٿان آڻيان؟

بيوسيءَ وچان مان ٿڙڪڻ لڳس.

ڏلم تہ ھو سامهون بيٺو ھو. پڇيائين، ”ھي ڇا جو آواز ھو.“

مگر مان جواب ڏيان يا نہ ڏيڻي ھنجو ايمان ڪريان، انکان اڳ ھن جي نظر ڪچن جي چائنٽ وٽ رکيل گاسليٽ جي دٻي تي پيئي. اڳيان وڌي منهنجا ڪپڙا سنگهندي چيائين، ”ڇا تو پنهنجي مٿان گاسليٽ وڌو آھي؟“

”ڇاڪاڻ جو توکي ھڪبا جي خرچ کان بچائڻ ٿي چاھيم.“

اھڙي سخت گاريھ ھڏي ھن جو منهن لهي ويو. ۽ مون کيس توھان ڪري بہ تہ نہ گاريادو ھو. چيائين، ”ڇا ان طرح تون موکي برباد ڪري ويندينءَ؟“

”مان تنگ اچي ويئي آھيان. ليڪن تنهنجي گهر ۾ ٻاڻکي باھہ لڳائڻ لاءِ ماچيس بہ نہ آھي.“

ھو ھيٺ جھڪي ويو ۽ ٻئي ٻانهون منهنجي گوڏن ۾ وراڻيندي چيائين، ”ان ٻهاني بہ تہ جيئي سگهجي ٿو.“

منهنجي راڻن ۾ ھن جي منهن جي ھڏن ۽ ماس جو سخت ڇهاءُ ٿيو. سخت غصي ۾ ھڻڻ جي باوجود

منهنجي من ۾ بيوسيءَ جو احساس گهرو ٿيندو ويو.
پوءِ مان سوچڻ لڳس ته ڇا سچ پچ هو ۽ مان،
انهن ٻين هزارن جيان آهيون، جيڪي انڪري جيئڻ
لاءِ مجبور آهن ڇاڪاڻ جو انهن ۾ ساهه آهي ۽ اهو
هنن جو درياڳ آهي؟

# هڪڙو موٽڪان پوءِ ٽيو

صبح جو پنجين بجي، آشا چانهه جو ڪوپ هٿ ۾ جهلي اچي مهيش جي پلنگ پرسان بيٺي، جهڪي چانهه جو ڪوپ ڪٽڻ وقت ڪيس جون ٻه چڳون هيٺ ڪسڪي آيس ۽ جنهن سبب هنجي ڪاري اک آنهن پٽيان لڪي ويئي. هن ڪاري هٿ سان پنهنجا وار سنواريا.

مهيش جي ٻانهن پلنگ کان ٻاهر لٽڪي رهي هئي. سنهن ڪانسواءِ سڄو بدن چادر سان ڍڪيل هئس. هنجي منهن جون نسون تاڻيل هيون. ڄڻ هو ننڊ ۾ به هميشه جيان ٻوڪي رهيو هو.

ٿورو پريان ٻئي پلنگ تي اِن ٻارن سان چندر ستو پيو هو. آشا اچرج وچان چانهه جو ڪوپ ٽيبل تي رکيو.

چندر صبح جو سويل ننڊ مان نه اٿي، اها ڳالهه نئين نه هئي. هو سڄو ڏينهن آفيس ۾ ڪم ڪندو هو ۽ شام جو آشا ۽ ٻارن لاءِ ڦل ۽ ڦول وٺي ايندو هو. گهر اچي هو ٻارن سان ملندو، مارتولِ ڪٽي ڪلهه جو اڌ ۾ چڏيل ڪم پورو ڪندو، گپ شپ هٽندو ۽ ٻارن کي پرسان وهاري ماني کائيندو ۽ ڳالهيون ٻڌي ۽ ٻڌائي ليٽي پوندو. آشا لاءِ به هنجي

جيون جو آديش، ڪنهن حد تائين، رات جي اڌون درشين ۾ پورو ٿي ٿيو ۽ هن آن مان پنهنجي روپ جي سمپورنتا ٿي پاتي. پوءِ اها ڳالهه وڏي نه هئي ته هوءَ اڪيلي صبح جو ڇهين بجي اٿندي هئي، پوڄا ڪندي هئي، پاٺ پڙهندي هئي ۽ چانهه جا ٻه پيالا چاڙهي 'ساريڪا' يا 'نئين ڪهانيان' پڙهندي هئي.

پر ان گهر ۾ ڪڏهن مهيش به ايندو هو. هو اڪيلو هو ۽ هنجي زندگيءَ ۾ ڪجهه به استائي نه هو. هو اڪثر استرين جون ڳالهيون ڪندو هو. رات جو ٻي ٻي بجي تائين هو ديوين ديوتائن ۽ شرت چندر جي نائڪن بابت طرح طرح جون ڏڪيبازيون ڪندو ۽ آخر غشي کائي ليٽي پوندو.

پهرين پهرين هو جڏهن ان گهر ۾ ستو هو، تڏهن پوري پنجين بجي هنجي اک کلي هئي ۽ جڏهن آشا چانهه جو ٻيو پيالو کڻي واري هئي، تڏهن هن ڏيل نموني رڙ ڪئي، "آشا ٻاٻي-اها ته Capitalist Exploitation ٿئي-ڇا هڪ ڪوپ جو آڌڪار مونکي نه آهي؟"

۽ جڏهن آشا آهوئي ڪوپ هن ڏانهن کڻي آئي، تڏهن مهيش ٻئي هٿ ٻڌي چيو، "پائي غلطي ٿي-ان ٻئي ڪوپ تي مونکي ڪوبه اڌڪار ڪونهي."

تڏهن آشا کلندي چيو، "ڊڄو نه-مان اوهانکي هنجو نه، پنهنجو ڪوپ ٿي ڏيان، هنجو ڪوپ مون اڳ ۾ ئي پي ڇڏيو آهي."

اها ڪل هئي جا مهيش کي اڪثر مضبوط ڪندي
هئي- آتم وشواسي بڻائيندي هئي. جڏهن راڻي ڊالي
هڪ ناري هنکي فقط انڪري ڇڏي ويئي، ڇاڪاڻ
جو هنکي هائر سوسائٽيءَ ۾ گهمڻ جو شوق نه هو
۽ هو اڪثر ڳالهائيندو رهندو هو، تڏهن نهايت چوٽ
کائي هُو ان گهر ۾ آيو هو. چندر ته دوست جو
ڏک نه ڏسي پاسو ورائي ليٽي پيو. پر آشا هئي جا
ڏک ڪرڻ سان گڏ مشڪي به رهي هئي. هن چيو:
"توهين ڏينهن رات ڳالهايو ٿا ۽ رسالن ۾ نه معلوم
ڪهڙا خشڪ ليک شايع ڪرايو ٿا- مادرن ڇوڪريون
بور نه ٿينديون ته ڇا ڪنديون؟.... هڪ ڳالهه ٻڌو....
جيڪي ڇوڪريون ڪيفي هائوس ۾ ڪل ٻڌي، يا
ڪارنيوال ۾ چرچو ٻڌي ڇڪجي اينديون آهن، سي
ڪنهن گهر ۾ جيون جو آديش پورو ڪرڻ ڪان
ٽئڪسي ۾ ڪفوپريڊ جا چڪر لڳائڻ ۽ وڌيڪ پسند
ڪنديون آهن. سڀ ڇوڪريون توهانکي چاهينديون
آهن ۽ ناپسند ڪنديون آهن- ڇو؟- ڇو ته هنن کي
ڀرين مڙس نه، پريمي کپن ۽ توهان.... هم هم هم
... توهان آهيو ٻنهي جي ڳولها ۾.... ٻڌو، مادرن
ڇوڪريون پنهنجي پرس ۾ سونا ڪٽي گهمنديون آهن.
ور مالها نه ڪٽي گهمنديون آهن."

"نه پوءِ مان ڇا ڪريان!"

"ذرا عقلمند ٿيو. ملاقات پلي ڪريو، ۽ ڪجهه
گهٽ ڳالهايو. موقعو ملڻ تي سول مئريج ڪري
چو - بس."

تنهن بعد مهيش نه معلوم ڪهڙا ڏينهن ڪليڪٽر
جي آفيس مان وٺي آيل سول مئربج جا پنا ڪيسي ۾
وجهي ڪڻڻ لڳو. چانل سچاتل ڇوڪرين جي نزديڪ
ويو. هو ڪلارڪ هو ۽ ڇوڪرين کي آفيسرن جا
سپنا هئا - هنجي ڪيسي جا پنا سڙي ڦاٽي ويا. هو
اداس رهڻ لڳو ۽ جڏهن هنجي اداسائي هنڪي نهايت
سست بڻائي ڇڏيندي هئي، تڏهن گهر ڏانهن نه اچڻ
جو نياپو موڪلي چندر ڏانهن هليو ايندو هو - چندر،
جو هنجو دوست هو ۽ جنهن جي شاديءَ تي هن
ناچ ڪيو هو.

صبح جو پنجين بجي هنجي اک کلندي هئي ۽
هو ڏسندو هو ته اڳيان ڪير بيٺو آهي، جنهنجي هٿن
۾ چانهه جو ڪوپ آهي. نه معلوم ڪهڙا صبح هن
خاموشيءَ سان چانهه ورتي هوندي، پيتي هوندي ۽
ٿئنڪ يو چئي هوندي - پر صبح هن چيو، ”آشا، ائين
ڇو آهي جو جڏهن به تون منهنجي نزديڪ اچي ويهين
ٿي، منهنجي اک کلي ٿي؟ - تنهنجي آتما جو منهنجي
آتما سان ڪهڙو لاڳاپو آهي؟....“

آشا جي من ۾ ڪجهه هو، جنهن کي ان ڳالهه
ڪجهه ڇوريو ۽ هنجي مک تي پرڀات جو سوجهرو
ڦهلجي ويو. چيائين، ”توهانجي آتما ڪميونسٽ ٿي
لڳي، آن کي هر ڳالهه برابر کپي - چانهه جي پن
ڪوپن جي وچ ۾ به....“

۽ مهيش جڏهن زور سان کلڻ لڳو، تڏهن ٻرنين پلنگ تان چندر جو آواز آيو. "اڙي ٻائي، هڪ ڪميونسٽ هتي به سُتو پيو آهي - آنکي ڪجهه ملندو يا نه؟...."

"اڙي واه،" مهيش چيو، "تون ڇا ڄاڻين اسانجون ڳالهيون ٻڌي رهيو هئين؟"

"نه مان سوچي رهيو هوس،" چندر کلندي چيو، "ته جهڙي ٻاٻي توکي ملي آهي، اهڙي ڪڏهن مونکي به ملندي يا نه ۽ مونکي به اهڙي قسم جو، چانهه جو پيالو ملندو يا نه...."

۽ جڏهن ٽنهي هڪ ئي وقت کلي پورو ڪيو، تڏهن مهيش چيو، "چندر، اڄ منهنجي هڪ وڏي غلط فهمي دور ٿي آهي. اڳ ۾ مان سمجهندو هوس ته جن کي ديوين جهڙيون زالون آهن، سي نهايت خوش‌نصيب آهن - پر لڳي ٿو، ديوين جهڙيون ٻاٻيون به ميني کي نصيب نٿيون ٿين - اوه.... مان ڪيترو نه خوش نصيب آهيان...."

۽ آشا چانهه جو پيالو کڻي، ان کان اڳ چندر چيو، "ڪجهه اسانکي به خوش ٿيڻ جو موقعو ڏيو - ڪا ديوي نه ته دئيتاڻي وٺي اچو-" ۽ هو پاڻ ئي ان ڳالهه تي کلي مزي سان ليٽي پيو.

ليٽي مهيش به پيو، پر هو سوچڻ لڳو: 'ڪنهن کي ته آئيندي پنهنجي جيون ۾، جا مونسان گڏ، هنجو به خيال ڪندي....'

۽ هاڻ اهو ٻهريون دفعو هو، ٻورن ٽن سالن ۾، جو آشا مهيش جي پاسي کان اچي ويٺي پر هن اکيون نه کوليون هيون.
'هو ڪيترو ڏکي آهي....' اهو سوچي هن نهايت آهستي مهيش جي لٽڪندڙ ٻانهن مٿي کڻي. پر هي ڇا!.... ايترو بخار.... ۽ هن مهيش جي پيشانيءَ تي هٿ رکيو ۽ اڃان اهو هٿ هٽيو ئي نه هو جو مهيش جون اکيون کليون. هن چيو، "ڪير - تون؟"
آشا ڀر واري ڪرسيءَ تي ويهندي چيو، "اڄ رات جو ڪيڏانهن ڀٽڪي رهيا هئا؟ - ڇا اوهين اسانجي گهر ڏانهن ايندا، جڏهن توهانکي نينڊ ڏني ويندي؟ - رات هو توهانکي پڪڙي آيا - نه ته هيڏي بخار ۾ گهر وڃي ڇا سيني کي ستايو ها...."
مهيش ٻانهن کي پيشانيءَ تي رکندي چيو، "رهڻ ڏي ٻاٻي - سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو!"
"پر ڇا ختم ٿي ويو!"
"سڀ ڪجهه."
"پر مان به ته ڪجهه سمجهان"
مهيش پاسو ورائيندي، نظر سامهون واري ديوار ۾ ڄمائيندي چيو، "سڀ ڪجهه سمجهيو نه ويندو آهي. ڪجهه آهي، جو سمجهڻ ضروري به نه آهي. شايد مونکي بخار آهي آشا - ڇا هي ديوار هٽائي نٿو سگهجي؟"
"ديوار هٽائي ڇڏجي.... ڇو؟"

"مان ڏاڍو بيمار آهيان. ڏس ڪٿي هيءَ ديوار
بيمار نہ ٿي پوي. مان جنهن ديوار ڏانهن نهاريندس،
آها ديوار بيمار ٿيندي...."

"تہ پوءِ هيئن ڪريو،" آشا نرڙ ۾ گهنج ڏاهيندي
چيو، "اوهان مونڏانهن نهاريو. ڏسو، مان بيمار
ٿيان ٿي."

"نہ... نہ." چئي هن پاسو ورائي ڇڏيو.

چندر آفيس ۾ هليو ويو ۽ ٻئي ٻار راند ڪري
رهيا هئا.

آشا چيو، "پوءِ ڇا ٿيو؟"

"پوءِ هن مشڪيو ۽ مان هن ڏانهن وڌي ويس،"
مهيش چيو، "هن چيو، 'ٽئڪسي پڪڙ'. مون ٽئڪسي
پڪڙي. اسين ٻئي جوهو تي وياسين. گهمياسين ۽ پوءِ...."

آشا ڪرسيءَ تي ويهي سڀ ڳالهيون ٻڌي رهي
هئي. مهيش ڪنڌ جي هيٺان ٻہ وهاڻا رکي ليٽيو پيو
هو ۽ هن جي نظر ڇت ۾ هئي.

"۽ پوءِ؟" آشا نهايت گنڀير ٿيندي پڇيو.

"۽ پوءِ اسين هوٽل ۾ وياسين.... وشواس ڪج،
مون ڪجهہ پيو سمجهيو هو. هن مونکي پنهنجي
انڊريس ڏني ۽ منهنجو پرس ڪٿي هلي ويئي....
پچارڙيءَ جو...."

"چہ — آ!...."

مهيش پلنگ تي آئي ويٺو، چيائين، ”پاپي هڪ
ڳالهه چوان... ڏس ماموءَ ڪڇن ۾ پيو آهي نه؟....
ساڻو انتي ڦاڪا پچائيندا آهن.... پر مون؟.... پر مون
ان مان پنهنجو منهن....“ وڏيڪ هو چئي نه سگهيو
۽ وڏيڪ هوءَ ٻڌي نه سگهي.

پورا ٽي ڏينهن هو ان گهر ۾ پيو هو ۽ پورا
ٽي ڏينهن ان وشيه تي ڪو بحث ڪونه ڇڙيو. چوٿين
ڏينهن هو جڏهن موڪلائڻ لڳو، تڏهن آشا چيو،
”ذرا ترسو - هڪ ڳالهه ٻڌو.“

هو ڪيسي مان هٽ ڪڍي چپ چاپ ويهي رهيو.

”وچن ڏيو ته وري اهڙي غلطي نه ڪندا.“

”وچن ڏيان.... اهڙي ڳالهه ٻڌڻ ڪانپوءِ به تون
مونکان نفرت نٿي ڪرين؟“

”نفرت؟“ آشا هڪ لنبو ساهه کڻي چيو، ”نفرت
مان ڪري سگهان ٿي - پر پوءِ ان حالت ۾ اوهانکي
هڪ پل لاءِ به هن گهر ۾ ويهڻ جي اجازت نه ملندي....“

”جيڪڏهن اهائي ڳالهه آهي ته پوءِ مان هتي
ڪڏهن به نه ايندس....“ ائين چوڻ بعد هنجي منهن
۾ سختي پيدا ٿي، آن هنجي آداماڻيءَ کي اجا به
وڏيڪ ظاهر ڪري ڇڏيو.

”اهائي ڳالهه نه آهي،“ آشا محڪم ٿي چيو،
”مان اوهانجون مجبوريون سمجهان ٿي ۽ صرف ان
ڪري اوهان کان نفرت نٿي ڪريان - پر اوهين
ايترو هيٺ نه لهو.... ڪجهه پاڻ سنڀاليو. اوهين

هنجا سڀ ڪسان وڏيڪ پرڏيهه متر آهيو، ان ڪري اوهانجو دک مونکي ماري ٿو. وڃن ڏيو."

"آشا...." هن چيو، "هو ڪنهن به ٻيءَ جو لکڻ جو آهي نه ....هٽي. ڇڏ اهي چار.... ڇپتائڻ مان نه ڄاڻان، پر گناهه جي سزا ملڻ گهرجي ...."

"جيڪڏهن اوهانجو اندر وارو زنده آهي،" آشا چيو، "ته پوءِ اهي ٻيءَ به اوهانکي لڳندا."

مهيش چيو، "ڪيتري ڪنور آهين تون، آشا."

"آهيان ـ وڃو.... آفيس وڃو ۽ پوءِ سڌو گهر وڃو.... اڄ مان پاڻيهي هنکي چونديس ته هو جلدي اوهانجي شاديءَ جو بندوبست ڪري...."

"مان وڃان ٿو .... پر ظاهر آهي، تون منهنجون مجبوريون نٿي سمجهين."

"ٺيڪ آهي،" هن سخت جواب ڏنو، "توهين خود چوندا آهيو: سڀ ڪجهه سمجهڻ ضروري به نه آهي."

يڪايڪ مهيش اڌ ڏاڪڻ تي بيهي رهيو ـ ڇا آشا اڄ منهنجو ايمان نه ڪيو آهي؟ مان پورن ٽيهن سالن جو آهيان. پورا ٽيهه سال مون پوڄيو آهي ـ جوانيءَ جي هر رات مون تڙپندي گذاري آهي. ڇا هڪ گناهه ڪرڻ لاءِ ايترو دک ڪالي نه آهي؟ ۽ گناهه گناهه ڪيئن آهي؟ـ ڪنهن خوبصورت جڳهه تي هڪ خوبصورت شام گذارڻ لاءِ ڇا ضروري آهي، ته ان ڇڻ جي سنڀند ڪي، ڪن سالن جي عمر هجي؟ هڪ نظر جو پنهنجو جادو آهي، هڪ ڇهاءَ جو پنهنجو اثر آهي ـ ۽ ضروري

آهي تہ نظر ۾ ڇهاءَ ۾ سالن جي وٿي هجي؟.... ۽ هوءَ ڇا هئي؟ هنجو شرير هو يا راڳڻي هئي!.... ڪيترو بيباڪ.... ڪلها بيباڪ، ڇاتي بيباڪ، مٿر بيباڪ، گوڏا بيباڪ، مرا ۽ رانون بيباڪ.... هر ڪنهن انگ ۾ للڪار جي گونج!.... زندگي مونکي ڪجهہ نہ ڏنو آهي، مان انجو هن ڪان بدلو وٺندس.... مان زندگيءَ کي ڇڪ پائيندس، هنجو ماس ڇنندس،....

۽ هن هلڻ شروع ڪيو ۽ سوچڻ شروع ڪيو: مان جڳهہ جڳهہ تي مينڪائون ڏسان ٿو. زلفن جا ڪمند ۽ نظرن جا رسا وجهڻ واريون- ماڻهو ڪُڙا ڪجهہ لڪائڻ لاءِ پائيندا آهن، هو ڪجهہ ظاهر ڪرڻ لاءِ پائينديون آهن.... شراب سڀ پين ٿا، مون جي جونو پيتو تہ ڇا ٿيو؟.... مان هڪ ڇانهہ جي کوپ تي اهو سڀ ڪجهہ ڇڏي نٿو سگهان....

هوءَ هوٽل جي هڪ روم ۾ ليٽيو پيو هو، سمنڊ طرف واري دري کلي پيئي هئي، جتان هوا، لهرن ۽ وڻن جي للڻ جا آواز ٿي آيا.

ريٽا چونيءَ مان ويٺي ڪڍي پنهنجا وار کولي ڇڏيا ۽ ساڙهيءَ جي پلاند کي ڇاتيءَ تان کسڪائي هوءَ اچي ان پلنگ تي ويٺي. کن گهڙين جي خاموشيءَ بعد هن چيو، "ڇا ٿو سوچين؟"

مهيش هنجي کلي ۾ ٻانهن وجهي هنکي پلنگ تي ليٽائي ڇڏيو ۽ چيو، "سوچيان ٿو، تون ڪيتري نہ سندر آهين."

ريٽا کليو، چيائين، ”ڇا اها ڳالهه سوچڻ جي آهي.“

”مان تنهنجي شرير جي ڳالهه نٿو ڪريان، آتما جي ٿو ڪريان.“

ريٽا پنهنجي ڊگهن وارن سان مهيش جو منهن ڍڪيندي چيو، ”مان ونيشا آهيان. مون وٽ شرير آهي، صرف شرير.“

مهيش انهن زلفن کي هٽائيندي چيو، ”مان ڄاڻانٿو، اها ڳالهه صحيح ڪونهي. تون ته مان صرف پنهنجي مجبورين جي مٽاسٽا ڪريون ٿا. تون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪنهنجي پتني ٿي نه سگهي آهين ته مان ....“

ريٽا کلڻ لڳي ته پوءِ مهيش جا چپ چميندي چيائين،

“I am your wife an evening wife.”

”خوب خوب.“ چئي مهيش اتي وينو چيائين، ”ڇا خيال آهي- ان خيال تي تون هڪ ڪويتا جوڙي انگلنڊ ۾ هڪ لک روپيا ڪمائي سگهين ٿي.“

ريٽا هنجي ڪڇ ۾ مٿو رکي چيو، “I want your love, taht's all.” ته مهيش پنهنجو منهن هنجي وارن ۾ لڪائي ڇڏيو.

هڪ دفعي ريٽا چيو، ”مونکي هڪ ساڙهي ڪپي- منهنجون پانهون ڏسو- انهن لاءِ چوڙيون کپن.“

مهيش چيو، ”اڙي- هيترا ڏينهن تو مونکان ڪجهه به نه ورتو آهي- سوچيو هئم تون به شايد شرت چندر جي هڪ ہي چندر مکي آهين.“

”چندر مکي ڪير هئي؟“ هن اچرج مان پڇيو.
مهيش هنکي مختصر ۾ ديوداس جي ڪهاڻي ٻڌائي. ريٽا چيو، ”چندر مکيءَ وٽ سڀ ڪجهه هو، پر مون وٽ....؟“
مهيش هن کي وچ ۾ ڪٽيندي چيو، ”۽ ديوداس به زميندار جو پٽ هو. هو اڪثر هزار رپيا پنهنجي کيسي ۾ کڻي گهمندو هو ۽ مان....؟“
۽ هو کلڻ لڳو.
ريٽا هنکي ٻهريون دفعو ڪنهن بس اسٽئنڊ تي ملي هئي. ٻيو دفعو به هوءَ اتيئي ملي ۽ پوءِ ملاقاتن جون ڄڃهيون بدلجند يون رهيون. مهيش جون سئنيمائون، اخبارون ۽ ٻيو گهمڻ بند ٿي ويو ۽ پورو هڪ سال چندر جي گهر نه ويو. آشا به دفعا هنکي ٽيليفون تي گهر اچڻ لاءِ چيو ۽ هڪ دفعو چندر سان گڏ آفيس ۾ به ويس، پر هن جواب ڏنو. ’مان بدلجي ويو آهيان. مان ٻيو آهيان. مونکي ڇڏي ڏيو‘
چندر پنهنجي ليکي ڪا ڳالهه بحث سان ميڄڻ وارو نه هو، انڪري هن اهڙو حق پڻ کي به ڏيڻ ڇڏڻو هوءِ پر آشا جي راءِ موجب مهيش اجا ساڳيو هو، صرف هن جي زندگيءَ جون ڪي راهون بدلجي ويون هيون. هو اجا به دکي هو ۽ هن جي ڪلا اجا به گهري ويدنا جي ساکي هئي. وچ ۾ چار دفعه ڪي ڪلچرل پروگرام ٿيا، پر مهيش ڪنهن به پروگرام ۾ حاضر نه رهيو. هڪ پروگرام ۾ آشا ساڻ

راڻي ملي ويئي. ڳالهه ڳالهه تان هن پڇيو، ”هو
ڪٿي آهي؟“
”ڪير؟“ آشا اچرج وچان پڇيو.
”هُو، مهيش.“
”مهيش! — مان ُچا ڄاڻان....“
”تون نٿي ڄاڻين — تون نٿي ڄاڻين تہ ڪير بہ
ڄاڻي نٿو سگهي.“
”ڇو؟“ آشا نهايت سخت ٿي پڇيو.
”هو تنهن جو ڏير آهي نہ؟“
”اڳ هو، هاڻ ڪونهي.“
”مطلب؟“
”مطلب؟“ آشا چيو، ”مطلب مان مطلب؟ - هو
ڪَهڙو بہ آهي، ڪيئن بہ آهي، ڪٿي بہ آهي، ان
سان تنهن جو مطلب....“
راڻيءَ معافي طلب نوع ۾ چيو، ”هڪ دفعو
هن سان ملڻ چاهيان ٿي. هن کان معافي وٺڻي اٿم.“
”معافي .... ڇاجي معافي ....“
”مون هن کي ڏوکو ڏنو هو. هاڻ واپس تہ
هو سويڪار نہ ڪندو. معافي وٺي مان آتما جي
شانتي پائڻ چاهيان ٿي.“
آشا ڪجهہ جهلي. چيو ”راڻي!.... تہ ڇا تون
واپس وڃڻ لاءِ تيار آهين؟“
”ڇا اهو ممڪن آهي؟“
”پر تو تہ هن کي ڌڪاريو هو! ....“

”منهنجو دريا! مان چمڪندڙ سپنن جي ترشنا ۾ ڀٽڪي ويئي هئس. آشا، مونکي هن مان ڀٽڪي ويئي هئس. آشا، مونکي هن مان ڀهرين ملاءِ تہ....“

۽ ٺيڪ ان رات ڀهريون دفعو مهيش ريٽا جي گهر ويو. رات جو وقت هو. هن دروازو کڙڪايو آواز آيو، ”ڪير آهي؟“

”ريٽا مان مهيش آهيان.“

دروازو کليو. مهيش ڀهريون سوال ڪيو، ”چا گهر ۾ اڪيلي آهين؟“

”نہ.“ هن چيو، ”هڪ بي بہ آهي- پنهن جي ڪمري ۾.“

”تون چا ويٺي ڪرين؟“

”ماني.“

ماني!.... هنکي اچرج لڳو. چا اهڙيون استانيون مانيون بہ ڪنديون آهن!؟- اهڙين نارين جي اسان پنهنجي سماج ۾ چا ڪلپنا ڪئي آهي، تن ۾ هنن کي چا ڪائڻ لاءِ پيٽ هوندو آهي؟.... پيٽ ٺي هوندو آهي... هنکي پيو خيال آيو، ۽ جنهن سبب هو ائين ٻنجي ويندي ون آهن.

ريٽا هن کي اندر وٺي آئي. گهر رواجي ڍنگ سان سينگاريل هو. هو هڪ ڪرسيءَ تي ٿي ويٺو. ڪجهہ وڌيڪ آداس، ڪجهہ وڌيڪ پريشان چپائين، ”ريٽا- تون چائين ٿي، مان توکي چاهيان ٿو.“

ريٽا آهستي ڪنڌ ڌوڻيو.

”مان،“ مهيش پنهنجي من جي هڪ ڳالهه چوڻ شروع ڪئي، ”مان تو کي هڪ ڳالهه چوڻ چاهيان ٿو.“

”مان به اوهان کي هڪ ڳالهه چوڻ چاهيان ٿي.“

”ڪهڙي ڳالهه!“ ڪنهن اڻ ڄاتل خوشيءَ کان بانولو ٿيندي هن پڇيو.

”اوهان شادي ڪري ڇڏيو- اوهين نهايت نيڪ آهيو. نه، ان طرح مان نه نهاريو- اسان جو ڪوئي ڌرم ڪونهي. مان شايد اوهان کي چاهي سگهان ها- پر اوهين نهايت نيڪ آهيو- ايترو نيڪ آهيو، جو مان جڏهين اوهان تي سوچيان ٿي، منهنجي بزنيس تي اثر پوي ٿو. ايشور ٿو ڄاڻي، مون کي اوهان وٽان ڪجهه به نه کپي ۽ مان اوهان کي اهو به ٻڌايان ٿي ته ڳوٺ ۾ منهنجو هڪ وڏو ڪٽنب آهي.... ڪي ننڍا ٻار، ڀينرون آهن. ڪنهن طرح مان به ڪمايان ٿي- سچ ٿي چوان ته اوهين شادي ڪندا ته مان نهايت خوش ٿينديس.... مهرباني ڪري اوهين مونسان نه ڳالهايو....“

”شادي مان ڪندس،“ مهيش نهايت گنڀير ٿي چيو، ”۽ ڪندس توسان. ان ۾ ڪا برائي نه آهي. تون چوان آهين ۽ مان ڪمائيندڙ آهيان....“

”پر مان....“

”ڄاڻان ٿو، تنهنجو مذهب مختلف آهي- پر تنهنجو مذهب تنهنجو پيٽ ڀري نٿو سگهي- ليڪن ان طرح مان سنهن جو ڌرم موٽڪي پٽي ٻڌائي نٿو سگهي. اڄ

تون سو چج. مان سيان ايندس . اسين بمبئي ڇڏي
هلنداسين ۽ ڪٿي هلي نئين زندگي بسر ڪنداسين."
۽ هو جڏهن اٿي هلڻ لڳو، تڏهن پٺيان آواز
آيو- "مهيش چانهه ..."
هن چيو، "سيان پيئندس. جڏهن تون فيصلو ڪندين."
پر 'چانهه' جي ڳالهه هن جي من ۾ کهڙي
ويٺي ۽ ان چانهه جي سلسلي ۾ هو ڪنهن صبح ۽
ڪنهن چانهه ۽ ڪنهنجي ياد کان ڇڪجي چندر جي
گهر ڏانهن هليو آيو.
آشا مهيش کي ڏسي پهرين نهايت خوش ٿي ۽
يڪساهي ڪيس راتيءَ جي ڳالهه ٻڌائڻ تي من وري
آيو، پر هوءَ پاڻ روڪي ويٺي ۽ چيائين، "توهين
اچي ويا!"
مهيش چندر ڏانهن منهن ڪري چيو، "منهن جي
من ۾ هڪ ڳالهه آهي جا اوهانکي ٻڌائڻ چاهيان ٿو."
"ڪهڙي ڳالهه ...."
"مان شادي ٿو ڪريان."
"شادي !.... ڪنهن سان؟...." چندر پڇيو.
"ريتا سان!...."
"ريتا! ڪهڙي ريتا...."
"هڪ عورت ...." ائين چئي هن آشا ڏانهن نهاريو.
مشڪي چيائين، "چانهه ملندي؟"
"چانهه!...." آشا تيزيءَ چيو، "۽ اوهان جو وچن ...."
"وچن!.... مجانٽو.... مون اهو ٽوڙيو آهي"

"اوهان وچن ٽوڙيو آهي. هتي اسين اوهان لاءِ
تنبو ڦٽائي وينا آهيون ۽ اوهان وچن ٽوڙي ڇڏيو آهي...."
"مان گناهگار آهيان، مڃان ٿو- پر ماڻهو
آهيان ...."

بنهي وچ جي تيزيءَ جيان آشا ڪنڌ مان بيد جو
اهو لڪڻ کنيو ۽ اڳيان وڌي هن اهو زور سان
مهيش جي ڪاڻي ٻانهن تي هڻندي چيو، "توهان ماڻهو
نه، جانور آهيو...."

مهيش هڪ هلڪي چيخ ڪري آشا ڏانهن نهارڻ
لڳو. پر چندر غصي مان پلنگ تان اٿي چيو، "آشا
تنهنجو دماغ ته ٺيڪ آهي...."

آشا شينهڻيءَ جيان گرجي چيو، "اوهين چپ رهو."

مهيش به پنهنجي ڪاڻي ٻانهن ۾ هٿ وجهي چيو،
"چندر، ڀاڀيءَ کي ڪجهه نه چئه - مون برابر وچن
ڀڳو آهي"

مهيش جي آواز ۾ درد هو، پر آشا آن جي اثر
هيٺ اچڻ واري نه هئي. هوءَ هڪ ٻه ٽي چار نه
معلوم ڪيترا دفعا اهو بيد جو لڪڻ زور زور سان
مهيش کي هڻڻ لڳي ۽ چوڻ لڳي، "اوهان جي قسمت
۾ صرف ڇهڪ آهن. وڃو تباهه ٿيو- وري ونشائن
وٽ وڃجو.... هتي نه اچجو...."

۽ جڏهن هن جي هٿ ۾ سور پيو، تڏهن هوءَ
لڪڻ ڦٽو ڪري پريشان ٿي وڃي ويٺي. چندر
بيوسيءَ وچان اهو ناٽڪ ڏسندو رهيو- هن پنهنجي

ٻنيءَ جو ايڏو پيانڪ روپ ڪڏهن به نه ڏٺو هو.
مهيش جو سڄو بدن چلجي ويو ۽ هنجا زخم ٻوسرائڻ
لڳا هئا، تڏهن به هو چپ چاپ ُمڪ ڪرسيءَ تي
ويهي رهيو ۽ چيائين، ”ٻلا هاڻ چانهه ملندي؟....“
نه معلوم ڪيترو دک، نه معلوم ڪيتري ويدنا ان
سوال ۾ هئي.

آشا پاڳلن جيان چندر کي چيو، ”هنکي سمجهايو.
آخر اسين نه هنجو خيال رکنداسين ته ڪير رکندو....
ڪيس اها سزا....“

”پر....“ چندر تيز ٿي چيو، ”اها ته زيادتي آهي....
نه اهڙو توکي حق آهي.... نه اهو مناسب آهي.... نه
اها سيتا آهي....“

۽ ان وقت آشا ڏٺو، مهيش جو سڄو بدن ڏهي
پيو هو ۽ هو ان ڪرسيءَ تان ڍرڪڻ لڳو هو.

اها رات مهيش سمهي نه سگهيو. گهر وڃڻ جو
هو ساهس ڪري نه سگهيو هو. ۽ هو ان رات سوچي
رهيو هو. ناريءَ جو هيءُ ڪهڙو روپ آهي....

رات جي ٽئين پهر ۾ هن ڪنهنکي ڏبيل سڏڪن
۾ روئندو ڏٺو، هنجي من ۾ آيو، هو اٿي، پر هو نه
اٿيو. هنجو سڄو بدن اڃا به جلي رهيو هو- پر ڪجهه
هو، هن محسوس ڪيو، جو هنجي من ۾ اڃا بہ صحيح
سلامت هو.... ۽ هن جي اکين ۾ به گرم گرم آنسو
چمڪڻ لڳا....

پرهه ڦٽي، وري اسٽوو تي چانهه ٺهڻ جو آواز آيو.

هوءَ بيٺي هئي. چپ چاپ اڏول. ۽ جڏهن چانهه تيار
ٿي ۽ هوءَ هڪ ڪوپ هنجي اڳيان ڪٽي آئي، تڏهن
مهيش پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون.

آشا نهايت آهستگيءَ سان هنجي پيشانيءَ تي هٿ
رکي چيو، "مهيش— مهيش—"

هڪ پل لاءِ مهيش جي من ۾ ويچار آيو: جيڪڏهن
ان طرح سان هن ڪوڪلي شرير مان ساهه نڪري وڃي
ته اهو ڪيترو سندر آهي! پر وري درد جي ڪراه
اٿي ۽ هن تڙپندي اکيون کولي چيو، "پاپي-"

آشا جون اکيون مچيل هيون- هڪ آنسو ٽِڪي
اچي مهيش جي ڳل تي ڪريو- نهايت گرم- هن
وري به چيو، "پاپي- گناه جي سزا جو مونکي ڪو
فڪر نه آهي- پر هڪ ڳالهه ٻڌ.... مون ڪو به گناه
نه ڪيو آهي.... منهنجو گناه فقط اهو آهي، جو، جو
ڪجهه مون ڪيو آهي، انکي مون گناه سمجهيو آهي....
ان گناه کان مڪت ٿيڻ لاءِ ٿي رات ڪنهن وٽ ويو
هوس.... پر تون منهنجي ايترو ته نزديڪ آهين جو
تو ڪجهه ڄاڻڻ جي ضرورت ٿي نه سمجهي ۽ پنهنجو
اڌڪار ڄمائڻ شروع ڪيو.... مڃانٿو، اها سزا نه،
وردان ٿي آهي.... ڇا به آهي، پر ان ۾ به سنيه جي
پريچيم آهي...."

تڏهن پريل پريل نگاه سان آشا چانهه جي ڪوپ
ڏانهن نهاريو.

مهيش چيو، "مونکان ڪجهه به لڪل نه آهي...."

رات جي خاموشيءَ ۾ جنهن شخص سڏ ڪيا پري رنو هو، تنهنکي به مان ڄاڻان ٿو...."

تڏهن آشا چيو، "مونکي معاف ڪريو.... شايد مونکان پاپ ٿيو آهي."

"هوءَ ٻي، هتي- ۽ هن چيو، "ريتا اڄ شام جو هڪ صاحب سان ڪلڪتي رواني ٿي ويئي. اوهان مسٽر مهيش آهيو نه؟- هن چيو ته مان اوهانجي لائق نه آهيان- اوهين ڪنهن سٺي اِستريءَ سان شادي ڪريو ۽ مونکي وساري ڇڏيو...."

تڏهن مهيش جي من ۾ آيو، "ڇا هن سماج ۾ مان هڪ وئشيا کي به پائي نٿو سگهان؟- ڇا مان ايترو بدنصيب آهيان...."

۽ هنجي اندر ڪو نئون سور جاڳڻ لڳو ۽ هن چيو، "تون به شايد بزنيس ڪندي آهين- جوان آهين- مون سان نڪسيءَ ۾ هلنديءَ..." ائين چئي مهيش نهايت زور سان هنجي ٻانهن پڪڙي.

هن به زور سان پنهنجي ٻانهن ڇڏائي چيو، "ايترا ننڍا نه بڻجو. جنهن راه تي هلڻ لاءِ اوهانکي ريتا روڪڻ چاهي ٿي، اوهين خود ان راه تي ڪيئن ٿا هلڻ چاهيو؟- هوءَ توهان لاءِ پنهنجو سڀ ڪجهه ڇڏي هلي ويئي آهي ۽ اڃا به اوهين سمجهو ٿا! مان برابر وئشيا آهيان، پر مان عورت به آهيان.... ۽ هڪ

عورت، عورت کي دوکو نہ ڏيندي آهي.... هنّو،
مونکان پري ٿيو...."

۽ هنّندي، پري ٿيندي هنکي لڳو تہ ڄڻ ڪجهہ
هو جنهن ڪن گهڙين لاءِ هنجي سڄي هستيءَ کي
ڏوڏي ڇڏيو هو.

# درد ۽ سپنا

ڪويتا پهرين عورت هئي جنهن سان مون ڪي آئمي دوستي رکڻ جو ويچار آيو. هن پنهنجو نالو ڪنهن اخبار يا رسالي جي قلمي دوستيءَ واري ڪالم ۾ ڪونه ڏنو هو. هوءَ شاعره هئي ۽ مون کي هن جا شعر بيحد پسند هئا. هن جي شعرن جي خاص خوبي اها هئي جو انهن ۾ هن جي نازڪ جذبات ۽ نفيس خيالات واري شخصيت اپريل نظر ايندي هئي. موضوعن جي چونڊ مان ظاهر هو ته هوءَ هڪ باشعور عورت هئي.

مگر ڪويتا سان قلمي دوستي رکان، ائين ٿي نه سگهيو. هوءَ شادي شده هئي. ممڪن آهي سائس منهنجي خط و ڪتابت هن ۽ سندس پتيءَ وچ ۾ تڪرار جو ڪارڻ بڻجي پوي. مان ائين نٿو چوان ته ڪويتا پاڻ غلط سمجهي ها پر سندس پتي ڪيس غلط سمجهي سگهيو ٿي. منهنجو خط موٽ ۾ خط آئيندو، ۽ هڪ شاعره جو خط پيو نه ته پاڻ سان گلن جي خوشبوءِ ته ضرور کڻي ايندو. پتي اعتراض وٺي چئي سگهي ٿو: تنهنجا گل منهنجي چرنن لاءِ آهن، پتي پاسي تنهنجو چاهه آدر ۾. هندستاني مرد وٽ اعتراض وٺڻ لاءِ انيڪ هٿيار موجود آهن، ڌرم انهن ۾ وڏو هٿيار آهي. ڪويتا

پتيءَ کي ائين نه چوندي: گل تنهنجا، مگر خوشبوءِ
ڪنهن ٻئي جي آهي. مان ته ڪويتا جو صرف پالڪ
هوس. چاتم ٿي ته اسان جي ديس ۾ قلمي دوستيءَ جي
روايت اڃا قائم نه ٿي آهي. سياويڪ اهڙين ڳالهين جو
خيال رکڻو پوي ٿو، ۽ اهو هرو ڀرو منهنجي زندگيءَ
۽ موت جو مسئلو به ڪونه هو. مسئلو ضرور هو،
پر مان ان کي حل ڪرڻ لاءِ خاص طور پريشان
نه هوس.

چترڪار آهيان. هر چيز کي ٻن ٻن پهلن کان
ڏسڻ منهنجو سياءُ، منهنجي عادت آهي. تخيل جي دنيا
۾ پرواز ڪرڻ به ايندو اٿم. مون پنهنجي ذهن ۾
ڪويتا جو هڪ خيالي چتر چٽي ڇڏيو .... چتر، جو
هلي چلي، ڳالهائي ٻولهائي سگهيو ٿي. مون هن جي
آواز ۾ جهرڻن جو ترنت ڀريو، اکين ۾ ستارن جي
روشني ۽ چپن ۾ راسبيري ميوي جي رس ۽ خوشبوءِ
ڀري، چهري ۾ ڪيسر جي سونهن ۽ ڪمر ۾ صنوبر
جي ڏارين جي لچڪ ڀريم. هنجي سيني ۾ مون ٻيباڪي
ڀري، ان کي ريشمي شال ۾ ڍڪي ڇڏيم. حسن آرٽ
جيان خود ۾ سمايل هئڻ سبب حسين تر لڳندو آهي
نه........

مون گلن کي اکين سامهون ۽ ڪنڊن کي پيرن
هيٺان چاهيو آهي. گلن کي پيرن هيٺان لتاڙي، هڪ
ڪنڊي کي چهڻ مان جيڪڏهن مون کي ننهي
لوڪن جو راڄ ملي ته مان اهو پائڻ کان جيڪر

آڳڪهات ڪرڻ بهتر سمجهان. جتي حسن آهي، اتي ان جا نقاد به آهن، جيئن گلن لاءِ ڪنڊا آهن. اهي نقاد سماج ۾ ڊرم جي نالي ۾ حسن کي چوديواريءَ ۾ بند رکڻ چاهيندا آهن. زندگي جيڪڏهن انهن کي موقعو ڏنو ته هڪ ڏينهن هو چنڊ کي به ائين قيد ڪري ڇڏيندا، ڇاڪاڻ ته انهن لاءِ لڪل چيز جو ملهه وڌيڪ رهندو آهي، گهٽ نه. ڪنڊا نه هجن ته گلاب جا چاهڪ گهٽجي وڃن. ڪويتا به مون لاءِ هڪ گل هئي، شاعره هئي. پر ڪنڊن جو سوال فقط مون لاءِ هو، ڪويتا لاءِ ڪونه هو. مون اڳيان وڌي هنجي راهه ۾ ڪنڊا ڇو وڇايا جيئن چنڊ دور هوندي به پنهنجو آهي، ٺيڪ ائين مون ڪويتا کي پنهنجو محسوس ڪيو هو، سندس شعرن جيان........

ذهن ۾ هن مون سان انيڪ ملاقاتون ڪيون. انيڪ شعر ٻڌايا. پر اهي شعر ڪو دل مان ٻڌندو هو. وشيه جي ته خبر ئي نه پوندي هئي. ٻڌائيندي اشارن واري عالمگير ٻوليءَ ۾. هن جي زلفن جي پيچ و خم ڇهري جي هر خط و خال ۾- تبسم ۾، مون کي هڪ مهاڪاويه لڪيل نظر ايندو هو. مهاڪاويه، جو چترن ۾ لڪيل هو.... چتر، جو شاهڪار هو. چاهڻ سان ئي سڀ ڪجهه پائي نٿو سگهجي. قدرت انسان کي ورثي، ۾ ذهن ۾ سپنا ڏنا آهن. ذهن ۾ انيڪ ڏئل آنڌئل منظر ابرن ٿا، سپنا ڇڻ زندگيءَ کي پنهنجي پوري رنگين وسعت سان مڪمل بڻائين ٿا، تصور ۾

سپني کان سواءِ شايد اسين هڪ پل به زنده رهي نه سگهون. پتر ٻڌجي وڃي من..... چنچل، جذبات وهيٽو من.... ليڪن ان جو هڪ ٻيو پهلو به آهي، زندگي فقط تصور يا سپني جي محور تي نٽي ڦري، حقيقت به بذات خود قدرت جي هڪ حسين ذات آهي. سپنو ڪڏهن شعر آهيٌ، ته حقيقت افسانو ضرور آهي.

مون ڪويتا کي ڏٺو سنڌي ساهت سميلن تي . هن کي ڏسندي ئي منهنجي من ۾ آيو ته هيءَ عورت ڪويتا کان سواءِ ٻي ڪا ٿي نٿي سگهي. ڪويتا نماءَ ۾ شاهه ڀٽائيءَ جي مورتي پئي ڏئي. اتي منهنجا ٻه ڪي چتر رکيل هئا. منهنجي دوست ڪمل جي زال سنڌو انهن کي ڏسي رهي هئي. مون سنڌوءَ جي ڪلهي تي هلڪي ٿپڪي هڻندي چيو، ”سنڌو، ٻڌ ته- سامهون جيڪا عورت شاهه جي تصوير ڏسي رهي آهي، اها ڇا شاعره ڪويتا آهي؟

سنڌوءَ عجب وچان چيو، ”ها، ڇو؟“

مان حيران رهجي ويس.

پنهنجو نالو ٻڌي، ڪويتا پويان مڙي چيو، ”سنڌو. ڇا مون تي بحث ٿي رهيو آهي؟“

شايد سنڌوءَ مون ڏانهن نهاريو. منهنجي نظر ۾ ڪويتا هئي.

”ڪڏهن کان سڃاڻو؟“ ڪويتا اڳتي وڌي آئي.

من ۾ آيو چوان: جڳن کان. پر مان ڪجهه به چئي نه سگهيس.

”مان ڇا پڌن جهڙي نه آهيان؟“ ڪويتا وزي چيو. .... تون .... تون ڪويتا؟ .... مان چپ! خون ۾ لوڇ....

ڪتابي منظر ڪڙو ٿي ويو. شاعره چترڪار جي اکين ۾ نهاريو ۽ چترڪار شاعره جي.

سنڌوءَ رس ڀريو ٽهڪ ڏيئي چيو، ”شيکر، ڪويتا جي تصوير چٽڪي اٿي ڇا؟“

مون سنڌو ڏانهن نهاريو.

ڪويتا چيو، ”تڏهن تون آهين شيکر .... منهنجو رقيب! ڪاش مان پنهنجن شعرن ۾ اهو ڏيئي سگهان، جيڪي تون پنهنجن چترن ۾ ٿو ڏين.“

ڪويتا، تون ڇوين ڇا ٿي؟.... منهنجي من چيو.

سنڌوءَ چيو، ”ڪويتا، هي اٿئي چترڪار، پر هميشه فيلسوفيءَ جي دنيا ۾ گم رهندو آهي. متان هن سان ڪنهن ڳالهه تي بحث ڪرين.“

”مان وڏي بدنصيب آهيان!“ ڪويتا چيو.

”مون سان ملي آهين، ڇا ان ڪري.“ مون پڇيو.

”توهين نه سچو ڏينهن چترڪاريءَ ۾ ٿي پورا هوندا. ڪڏهن ڪنهن بوڪسيلر وٽ وڃي منهنجو ڪتاب نه خريد ڪيو ڪونه هوندو.“

مون کي مذاق سجهي آيو. چيم، ”تو ڇا پنهنجو ڪتاب پاڻ ڇپايو آهي؟ تو کي شايد وڪري جو فڪر آهي.“

ڪويتا نهڪ ڏنو.

سندوءَ چيو، ”ائڙي ڪويتا، هن جي ڳالهين ۾ نه اچ. ڀهريون ته هن جون ڳالهيون پوريون ٻڌڻ ۾ ڪونه ايندريون آهن ٻڌڻ ۾ ايندريون آهن ته پوءِ سمجهه ۾ ڪونه ايندريون آهن ۽ جڏهن سمجهه ۾ ايندريون آهن....“ ڪويتا سندوءَ کي وچ ۾ ڪٽيو، ”تڏهن هو خود سمجهڻ ۾ نه ايندو آهي.“

مون نهڪ ڏنو.

سندوءَ جي منهن جي لالائي گلاب کي شهه ڏيئي ويئي. چيائين، ”ڏاڍو آهستي ڳالهائيندو آهي.“

”اها ته ايٽيڪيٽ جي نشاني آهي.“

”تون ڪيس نٿي ڄاڻين. مان ڪيس پورن پنجن سالن کان سڃاڻان. شاعر به ڪونهي، فيسلوف به ڪونهي، پوءِ به....“ مون ڏانهن منهن ڪري چيائين، ”شيڪر، تون پنهنجي زبان جو علاج ڇو نٿو ڪرائين؟“

سندوءَ پرن ۾ تاڻ پيدا ڪيو.

ڪويتا جي مسڪراهٽ مون کي لائيٽ موڊ ۾ آڻي ڇڏيو. کلي چيم، ”يا مون کي پنهنجي زبان جو علاج ڪرائڻ گهرجي يا توکي پنهنجن ڪنن جو، يا.... توکي منهنجي نزديڪ اچڻ گهرجي.“

سندوءَ شرمائي ڪويتا ڏانهن نهاريو.

مان چوندو رهيس، ”پر تون آهين شريمتي، ٻئي ڏيو ڪمل صاحب کي جيڪر ڪجهه معلوم ٿي ويو، ته پوءِ رسالي ۾ منهنجون تصويرون ٿي ڇپڻ بند ڪري

چڙ ڍيندو. ڪن مائهن کي، هين کي غلط سمجهڻ ۾ مزو ايندو آهي نه!"

شو ڀڳوان هڪ دفعي ويس بدلائي پارونيءَ وٽ ويو هو. پاروتيءَ جو امتحان وٺڻ لاءِ هن ڪيس پنهنجي خلاف خوب ڳالهيون ٻڌايون، پر پاروتي پنهنجي پتيءَ جو اپمان سهي نه سگهي. هوءَ چپ چاپ اٿي آستان تي چڙهي، آتي سماڌي لڳائي، جتي هن شو کي پائڻ جي ڪئور تپسيا ڪئي، اتي وڃي ويٺي.

هيءَ سنڌو به پتيءَ جو اپمان سهي نه سگهي.
ڪويتا جي ڪرائيءَ ۾ همٿ وجهي چيائين، "هل نه هلون. هن جون ڳالهيون ٻڌڻ سان آتما کي به پاپ لڳي ويندو."

ڪويتا ٻئي اکيون چمڪايون.... آهائي ستارن جي روشني!

هن جو مک چندرما، هن اکيون ڪمل هيون. ڪنهن چڻ ڪمل جي پتي تي به ڪمل پنکڙيون ڪٽي رکيون هيون. هن کي ڏسڻ سان منهنجي اکين ۾ هڪ ئي وقت هن کي سواگت ڪرڻ جا، بنا ڪارڻ هن سان شڪايت ڪرڻ جا، هن کي ڏسي خوش ٿيڻ جا، ۽ عجب ۾ ٻوڙڻ جا ڀاو اڀري آيا هئا. ۽ مون کي اهي انيڪ ڳالهيون ياد اچي ويون هيون، جي مون هن کي انيڪ خيالي خطن ۾ لکيون هيون. منهنجي طبيعت ۾ خبر نه آهي، ڇا آهي. سٺي ڪهاڻي يا شعر پڙهي مون هزار ڀار پنهنجي اديب دوستن کي

پنهنجي پاڪر ۾ آندو هوندو، هنن جو منهن چميو هوندو. اهو سڀ مون کي دلچسپ ۽ سياويڪ به پئي لڳو آهي. پر مان ڄاڻان ٿو، هڪ ڪلاڪار استريءَ جو مان اهڙي نموني سواگت ڪري نٿو سگهان. سيتا مون کي اهڙو اڏڪار نٿي ڏئي. موقعي جي نزاڪت به ڪا ٿيندي آهي. ڪنهن مان ملڻ جو هڪ نيم، هڪ ريت رواج به ٿيندو آهي. مان ڪٿي ريتيون رواج، بندڻن سڀ ٽوڙي ڇڏيان، پر پوءِ ڇا؟ ڪنڌا مان صرف پنهنجن پيرن هيٺيان ڇاهي سگهان ٿو. پر ان جي هيٺان ڪيئن ٿو ڇاهي سگهان، ڇا هڪ حسين گل پٺيءَ منهنجي سامهون بيٺي هئي. جنهن جي هڪ ننڍي مسڪراهٽ مون کي چنچل بنائي ڇڏيو هو. سنڌوءَ کي منهنجي ان چنچلتائي ناراض ڪري ڇڏيو هو. ،

مون پئي هٿ ٻڌي چيو، ”ناراض نه ٿي سنڌو پيڻ، مان ٿي ٿو هتان هليو وڃان.“

۽ انهن مان اڃا نه هوندي به ڪويتا ڪان الڳ ٿي ويس.

پيٺو هوس ون کي ٽيڪ ڏيئي، سوچي رهيو هوس من جي سک تي، جو پٺيان آواز آيو، ”مان اچي سگهان ٿي؟“ ڪويتا هئي.

منهنجي من کي چين هو. ان ۾ ڇڻ ڪو آبدي درد اچي وسيو هو. مون پنهنجي اکين جي پاڪن ۾ هميشه جڳن جو ٿڪ محسوس ڪيو هو. من جي ابدي بيچينيءَ جو ڪارڻ ڄاڻي نه سگهيو هوس. ڪويتا کي

ڏسڻ سان روح کي هڪ عجيب آرام مليو هو. مان ان جي ئي ڪارڻ تي سوچي رهيو هوس. پر هاڻ ڙي چنچل من! جنهن کي ڏسڻ لاءِ هو پريشان هو، ان کي سامهون ڏسي هو اچا به وڌيڪ پريشان ٿي ويو.

يونيورسٽي حال جو حاطو. سج لهي چڪو هو. ماڻهو نماڻا ڏسي موٽي رهيا هئا. پري ڪٿان اليڪٽرڪ بتيءَ جي هلڪي روشني پئي آئي. مون اڪ ڪٽي ڪويتا ڏانهن نهاريو. پلڪن سان ڪيس نزديڪ اچڻ لاءِ چيم. هن قريب ايندي چيو، ”ڇا ويٺو ڪرين؟“

”ڪريان ڪجهه نٿو، ويٺو آهيان.“

”ڪجهه سوچي رهيو آهين؟“

مون مشڪيو—چپن تي مرڪ، دل ۾ درد.

”ڇا مون تي؟“

”ڪويتا!“ مون چپن ۾ پڻ پڻ ڪئي.

”منهنجو اچڻ ٺيڪ نه لڳئه؟“

”ڪنهن چيو؟“

”پوءِ مون کي ڏسي تون اداس ڇو ٿئين؟“

مان چپ.

”ٻڌاءِ نه!“

”ڇا، ڪويتا؟“

”مون کي ڏسي تون اداس ڇو ٿئين؟“

”منهنجو من ئي اهڙو آهي.“

”ليڪن اهو اهڙو ڇو آهي؟“

”ڪڏهن سوچيو ڪونه اٿم.“

”تڏهن هينئر ڇا سوچي رهيو هئين؟“
”ڇئي ڏيان؟“
”ها، ڇئي ڏي“
پر مان ڪجهه چوان، ان کان اڳ ئي سنڌو ڇلائيندي اچي پهتي،
”ڪويتا! گهر ڪونه هلبو ڇا؟“
ڪويتا هن ڏانهن ذرو به ڌيان نه ڏنو.
سنڌوءَ مون ڏانهن نهاري چيو. ”هن کي پڪڙي ڇو بيهاريو اٿيئي“
گهرو درد گهرو مذاق به پيدا ڪندو آهي.... دل چيريندڙ مذاق.
چيم، ”منهنجون ٻئي ٻانهون خالي آهن.“
”تو هن کي نگاهن سان پڪڙي بيهاريو آهي.“
”منهنجي نگاهه هن وقت تو ڏانهن آهي. چئين ته اکيون بند ڪريان.“
”اکين سامهون مان آهيانءِ. اکيون بند ڪندين ته ذهن ۾ ڪويتا پائيندين.“
”ڪويتا منهنجي پر ۾ آهي... تو کان به نزديڪ.“
”۽ وچ ۾ هڪ ليڪو آهي، جو ڪنهن سيتا جي رکيا لاءِ پائي ڇڏيو آهي.“
”مان راوڻ سهين، پر وسارين ڇو ٿي ته راوڻ ئي سيتا کي ليڪي کان ٻاهر آڻي سگهيو هو.“
”نٿي وساريان! ڪئين وساريندس ته رام راوڻ جي گهر وڃي ڪيس ماري آيو هو.“

سنڌوءَ مون کي ڪٿي ڦٿي ڪيو،
”راوڻ سيتا کي ڇهيو به ڪونه ۽ تنهنجي رام سيتا کي گهر مان ڪڍي ڇڏيو.“
”مگر هيءَ سيتا هتي رام جي موڪل سان آئي آهي. پاڻ سان بچاءُ جو ليکو به کڻي آئي آهي. راوڻ پنهنجو انت سوچي شروع ۾ ئي غلطي درست ڪر.“
دشمت سنڌو ٽهه ٽهه ڪري کلڻ لڳي.
من کي بيحد گهري چوٽ رسي. ڇاڪاڻ تہ سنڌو بيحد خوبصورت آهي. من جي صاف، غير رواجي بيباڪ چوٽ هٽڻ ۾ رقيبن کي شرمندو ڪندڙ. پوءِ بہ منهنجي من نہ چاهيو تہ ڪويتا ۽ منهنجي وچ ۾ ڪنهن ليک جو ذڪر نڪري. من جو پنڇي، لغڙ جيان آسمان ۾ اڏامڻ جو عادي نہ آهي. هوائي جهاز جيان سڌي ليک پڪڙي بہ هلندڙ ڪونهي. اهو تہ آزاد آهي هوا جي جهونڪي جيان، پنڌن ڪيس پسند ڪونهي.
ڪويتا چيو، ”سنڌو، شيکر ڇا ميءَ جو بيحد ڀنيئر آهي؟“
”شيکر ۽ ڀنيئر- ها.... ها.... ها.... هو تہ هميشه مذاق ۾ مبتلا آهي. اڄ هن کي ڪو واہ واہ ڪرڻ وارو مليو ڪونهي، صرف ان ڪري ئي ايترو ڀنيئر آهي.“
ڪويتا شايد سنڌوءَ جي دلچسپي ختم ڪرڻ لاءِ چيو، ”شيکر، تون مون سان ڇرچو ڪر تہ مان واہ واہ ڪريان.“

مشڪي چيم، ”ڪويتا، ورچي تي واه واه صرف
اهي ماڻهو ڪندا آهن، جيڪي ٺهڪ ڏيئي کلي نہ
سگهندا آهن.“

جواب بدران ڪويتا هڪ رسيلو ٺهڪ ڏنو ۽
سنڌوءَ چيو، ”واه واه!“

”تو پنج سال لکڻ بند ڇو ڪيو؟“ ڪويتا کان
پڇيم.

”مون شادي جو ڪئي.“

”ڇا پتي ديوتا مخالفت ڪيئہ؟“

”نہ، بارن ڪئي!“ هن کلي چيو.

”هاڻ ڇا فئملي پلئننگ تي عمل ٿي رهيو آهي؟“
ڪويتا شرمائي.

سنڌوءَ پنهنجي ساهيڙيءَ جو ساٿ ڏيڻ خاطر هن
جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو، ”ڪويتا، شيکر کي
فئملي پلئننگ جو ايترو تہ اونو رهندو آهي جو ان
ڪارڻ هو شادي ئي نٿو ڪري.“

”سچ؟“

”مان ڇا ٻڌايانءِ - ڪانئس ئي پڇ.“

”پر بہ، شادي تہ هن کي ڪرڻ گهرجي.“
ڪويتا چيو.

”هو ڪلارڪ آهي.“ سنڌوءَ وري بہ حملو ڪيو.

”پر ڪلارڪ بہ تہ شادي ڪن ٿا.“

”مگر هو شاديءَ کان اڳ پريم ڪرڻ ٿو چاهي،
۽ ڪلارڪ پريم ڪري نٿا سگهن.“

”ڪندا ته آهن.“

”پيا ڪندا آهن، شيڪر ڪري نٿو سگهي. شيڪر جي آفيس ۾ ڇوڪريون ڪونهن.“

”پاسي واري گهر ۾ ته هونديس.“ ڪويتا ڪليو.

”هن ڪي دانشور ڇوڪري ڪبي.“

”اڙي ههڙي چترڪار جي مٿان ته جان ڏيڻ گهرجي.“

”آرٽ لاءِ جان ڏيڻ واريون عورتون گهٽيون ٿينديون آهن. مگر آرٽسٽ ڪي زندگي ڏيڻ واريون صرف ڪتابن ۾ ملنديون آهن.“

”ڪتاب به ته زندگيءَ جي ترجماني ڪن ٿا.“

”ڪن ٿا، مگر انهن ۾ ڪلپنا جو حصو ڪجهه وڌيڪ ئي رهي ٿو.“

”چڱو، تو ڪي ڪا ساهيڙي ته هوندي“

”ها، تون آهين“

”دٽ ڇوري!“ ڪويتا شرارتي نموع ۾ چيو، ”منهنجي هن ڪي جيڪڏهن اهڙي ڳالهه جي خبر پئجي وڃي ته آگري ڪان بمبئي اڪيلي اچڻ ته ڇا، پر گهر ۾ به اڪيلو رهڻ نه ڏئي.“

”ڇا تنهنجو گهوٽ ايڏو تنگدل آهي؟“

”تون بالڪل نالائق آهين.“

”ته پوءِ هل نه.“

”هڪ منٽ!“ ائين چئي ڪويتا مون ڏانهن نهاريو ۽ ڪين مان وڃڻ جي اجازت گهريائين.

مون پنهنجي نظر واچ تي کئي. ڪويتا اڳيان وڌي پاسي واري ڳلن جي پوني مان هڪ ڳل چنيو. پيائين، "واچ ۾ ڇا ٿو ڏسين؟"

"ڇوندا آهن واچ ۾ نهارڻ مان وقت وڌي ويندو آهي. تون منهنجي پر ۾ صرف هڪ منٽ بيهڻ ٿي چاهين ۽ مان واچ ۾ نهاري هڪ منٽ کي پنجن جيڏو ڏگهو ڪرڻ چاهيان ٿو"

ڪويتا اکيون ڇمڪائي، مشڪي بيحد مٺي آواز ۾ چيو، "ڇريو!"

آهستي پڇيومانس، "ڪنهن تي؟"

ڪويتا شرم پوني کان جيان شرمائجي ويئي. اپنا پلڪ ۾ ڳنيير بڻجي ويئي. سنڌوءَ ڪمس پانهن کان پڪڙي پڇڻ شروع ڪيو. پڪايڪ آنسن جي هلڪي ريکا دور ڳان ايندڙ جهڪي روشنيءَ ۾، هن جي اکين ۾ چمڪي آئي. ڪا چيز منهنجي پيرن ۾ اچي ڪري. ڪويتا ڏيري ڏيري هلي ويئي. مون پيرن ڏانهن نهاريو ڏٺم— ڳل هو!

ڪاليج هال ۾ ادبي مجلس ۽ ڪاليج جي ڪئنٽين ۾ زندگيءَ جي مجلس چالو هئي. مون سگريٽ دکائي ڪئنٽين ڏانهن رخ رکيو جو ڪويتا تي نظر پيم. هوءَ سنڌوءَ جي پاسي ۾ بيٺي هئي ۽ سنڌو پنهنجي پتي ڪمل صاحب جي پاسي ۾.

ڪويتا اکين سان وش (Wish) ڪيو. ڪمل سوال ڪيو، "ڪيئن شيکر سميلن جي ڪاميابي ڏسين

ڏوا پنڌرهن سؤ ڊيليگيٽ آيا آهن. ڪي دوست ڪيا ائيثي؟"

مون ڪويتا ڏانهن نهاري چيو، "ڪوشش ته ڪريان پيو."

"سچو سميلن آهي ئي سميلن ڪان ٻاهر. جتي ڪٿي نوان ناتا جڙي رهيا آهن."

ڪويتا جون اکيون چمڪيون.

"هال ۾ ٻولي ۽ ادب جي باري ۾ ٺهراءُ بحال ٿي رهيا آهن ۽ ٻاهر دوستي ۽ محبت جي باري ۾."

"ها ساٿي." مون چيو، "مان عمر ۾ پاڻ کي پنج سال ننڍو، مگر آنيو ۾ پنج سال وڏو پيو ڀانيان."

"منهنجي ته تور ئي وڏي ويئي آهي." ائين چئي ڪمل کليو ۽ پوءِ پنهنجي رسالي جو تازو پرچو ڪويتا کي ڏيئي، سنڌوءَ سان هليو ويو. ڪويتا مون ڏانهن نهاريو، مون واڇ ڏانهن.

"منهنجي ڪمپني ڪيئي؟"

مون پنهنجي نظر هن جي منهن ۾ کپائي.

"مگر مان ته تنهنجي دماغ ۾ آهيان ئي."

"ڪويتا!"

"منهنجي هڪ پرارٿنا ٻڌندين؟"

"پرارٿنا! تون آکيا ڏي، ڪويتا!"

"ها، آکيائي ڏيڻي پوندي. چيم ٿي، شادي ڪري ڇڏ."

"شادي ڪري ڇڏيان."

"ها، ڪري ڇڏ. مون کي تنهنجي ڳڻتي ٿي
پئي آهي."

"تون مون لاءِ فڪر نه ڪر، ڪويتا."

"چند ڪهڙين جي واقفيت - ۽ هيءَ پنهنجا ٿي دلسوز
لهجي ۾ چيائين، "جي مان فڪر نه ڪنديس ته ٻيو
ڪير ڪندو."

منهنجو من نجاٽان ڇو ڀري آيو. اوسي پاسي جو
ڪو خيال نه ڪري چيم، "سچ ڪويتا!"

"تون مون وٽ آڳري ايندين؟"

"آڳري! جتي به چوين ڪويتا."

"جاٽان ٿي ايندين. تو کي جاٽانتي، تنهنجي ڇوٽ
ڪاڏل من کي جاٽالتي. ٻڌائيندين، ڪير آهي آها
بد نصيب؟"

"رهڻ ڏي ان کي ڪويتا. جو رهيو نه آهي، ان
لاءِ غم ڪهڙو. تون هوندينءَ، ته ڪهڙيون تنهنجيون
اکين ۾ نهاري، روح جو ڏين پائيندس. پنڪندڙ من
جي شانتي ڪنهن شاعره جي اکين مان ملندي، اهو
جاٽي ٿي من خوشيءَ کان بانولو ٿي ٿو وڃي."

"اسين جالوڪي رات ۾ تاج محل ڏسڻ هلنداسين.
تون ان کي هڪ چترڪار جي اک سان ڏسجانءِ،
پوءِ ان جو چتر ڪڍجانءِ، ۽ مان تنهنجي چتر تي
ڪويتا لکنديس. منهنجي پاسي ۾ ويهي، چانڊنيءَ ۾
تاج محل کي ڏسي پنهنجو غم ڀلائنجان.... جيڪو درد

تنهنجي سيني ۾ آهي، ان درد سان ڪا اعلى تخليق ڪجانءِ."

يڪايڪ منهنجي نظر هن جي سپنڌ ۾ پريل سنڌور تي پيئي.

ڇيم، "مگر تنهنجو پتي؟"

رس پريو مرڪي چيائين، "پتي ڪلاڪار برابر نه آهي، زندگيءَ جي وسيعت ۾ انجا پن پن روپ ڇاٽي ٿو. هونءَ ڇا اهو ممڪن هو جو مون جهڙي خوبصورت عورت ڪي اڪيلو...."

وڄ جي چمڪ ۾ جيئن ڪـن پل لاءِ سموري ڪائنات روشن ٿي ويندي آهي، ٺيڪ ائين ڪويتا جي هڪ سٽ هن جي پتيءَ جي چريتر کي روشن ڪري ڇڏيو. مون اڪيون پوني من ئي من ۾ ان آئڊئل شخص کي پرڻام ڪيو. اکيون کولي ڏٺم ته ڪويتا غائب هئي.

رات جو رنگ پون ۾ ڪلچرل پروگرام ٿي گڏي. هڪ ڪنڊ ۾ اڪيلي ويٺي هئي. مان اڳيان وڌي ويوسانس.

پڇيومانس، "منهنجي گهر هلندينءَ؟"

"هيترو ڏير مان؟"

"ڇا ڏڇين ٿي؟"

"تو مان ڏپ! ڇا تون اهڙو آهين؟"

"وقت جو ذڪر ته توئي ڪيو."

”مان پيڪي گهر لٿل آهيان مائٽ انتظار ڪندا.“

”تون آ گري مان پيڪي گهر لاهه نه سميلن لاهه آئي آهين.“

”ليڪن سميلن ڏينهن رات ته نٿو هلي.“

مان چپ.

”ڇا ٿيو؟“

اچا به چپ.

”ڇا ناراض ٿي وئين؟“

”توکان.... ڪويتا! ڇا اهو ممڪن آهي؟“

”ڇا تنهنجي من کي چوٽ لڳي؟“

چپ.

”ڪجهه چوندين ڪولم؟“

چپ.

”چڱو هل.“

”ڇا رحم ٿي کائين؟“

”تنهنجي حساس دل!“

”پنهنجي همدردي منهنجي مٿان نه مڙهه.“

”تڏهن سچ پچ درد اٿيئي؟“

مان چپ.

”تون اهڙو ڇو آهين؟“

”بس ايتري ۾ مون بابت رايو به ٺاهي ڇڏيئي.“

”اڪ سيڪنڊ جي سورهين حصي جي اندر عڪس ٺڪرينديءَ آهي ۽ مان توکي....“

يڪايڪ هوءَ چپ ٿي ويئي. مون کيسي مان
سگريٽ ۽ ماچيس ڪڍيو ۽ هن پرس مان پنو ۽ پينسل.
مون سگريٽ دکايو ۽ هن پني تي ڪجهه لکيو. مون
سگريٽ جو دونهون هوا ۾ ڪڍيو.... آلجهيل آلجهيل
دونهون سلجهي سلجهي هوا ۾ ڦهلجڻ لڳو. ڪويتا
اڳيان وڌي پنو منهنجي ڪوٽ جي کيسي ۾ وڌو.
مون هن جو هٿ پڪڙي ورتو. آهستي چيم، ”ها،
اک سيڪنڊ جي سورهين حصي ۾ عڪس پڪڙيندي
آهي ۽ تون مون کي.... تون مون کي ڇا؟“

هڪ پلڪ هوءَ منهنجو هٿ تڪيندي رهي. پوءِ
هٿ ڇڏائي اڳيان وڌي ڪوڙ ۾ گم ٿي ويئي. مون
کيسي مان پنو ڪڍي پڙهڻ شروع ڪيو. هن لکيو
هو: مان توکي صدين کان سڃاڻان!

مون هن کي ڪيترو ڳولهيو، مگر هوءَ نظر نه
آئي. منهنجي دل ڀرجي آئي. هوءَ مون مان ملي هئي،
کلي هئي، نزديڪ آئي هئي، صدين جي سڃاڻپ جو
واڪ ڏنو هئائين، پوءِ به هوءَ منهنجي ڪير ڪانه
هئي. مان ڄڻ جو ڪير نه هوس، ۽ پوءِ به من ۾
هن مان ملڻ جي تڙپ هئي.... ملي ائي ڏينهن نما شام
جو.... مشاعري ۾.

”مان توکي ڳولهي رهيو هوس.“

”مان به توکي ڳولهي رهي هيس.“

”مشاعري ۾ تنهنجي شعر تي خوب واه واه ڪريان،
ڇا اِن لاءِ؟“

”رهڻ ڏي، من ڪجهه ٻڌڻ نٿو چاهي.“

”ٻڌائڻ تہ چاهيندو نہ.“

”ڇڪو ٻڌ. منهنجي گهر هلندين؟“

”مان ڇا انڪار ڪري سگهان ٿو؟“

”تہ هل.“

”اڄ؟“

”آڪري جي ڳالهہ نٿي ڪريان. آڪري مان سنڌوءَ لاءِ سنگمرمر جو هڪ ننڍو تاج محل آندو اٿم. ڪيس اچا ڏيئي نہ سگهي آهيان. سيان واپس وڃي رهي آهيان ۽ اڄ ڪٿي اڄڻ وسري ويو. گهر جا سڀ ڀاتي هتي آهن. مشاعري ۾ اڃا وقت آهي.... هلندين؟“

مان چپ.

”وري ڇا ٿيو؟“

”تون سيان وڃي رهي آهين؟“

”مون لکيو آهي: تو بنا ڪنهن ڳالهہ ۾ من نٿو لڳي! ٻئي ڪنهن هنڌ هجان ها تہ ڀڄرين ڳاڏي پڪڙي هلي وڃان ها، مگر....“

”مگر؟“

”رهڻ ڏي، ڪجهہ چوڻ نٿو ٿئي.“

”ڪجهہ چوڻ نٿو پڇيئي. آخر تون مون کي ڪهڙي گناه جي سزا ڏيئي رهي آهين.“

”سزا تون ٿو کائين، ڀوڳيان مان ٿي!“

مون هن جي اکين ۾ نهاريو. چيم، ”هي ڇا ڪويتا! آنسو!....“

ٽئڪسي بمبئي جي سڙڪ تي ڊڪي رهي هئي.
اسين سنڌوءَ جو تاج محل ڪٽڻ وڃي رهيا هئاسين. ٻنهي
جي من ۾ نه معلوم ڪهڙي پيڙا هئي. هن بدن کي
ڍلو ڇڏي ڏنو هو. ٻنهان ٽيڪ ڏيئي سيٽ ۾ ڇٽ
سمائجي ويڻ تي چاهيائين. وارن کي به پريشان ڪري
ڇڏيو هئائين، جي هوا ۾ سندس منهن سان کيلي رهيا
هئا. سان پاسيرو ويٺو هوس. منهنجي اکين ۾ آنسو
هئا، نظر ڪويتا جي چهري تي هئي. الهن اکين ۾
هوءَ شبنم سان مجايل گل جيان لڳي رهي هئي.
منهن سان ملڻ لاءِ تڙپ هئي، جنهن کي ڏسڻ
لاءِ من ۾ ڪليش هو، تنهن مون کي صدين کان
سيڃاتو هو. صدين جي ان چاڻ ۾ دل جي دل سان راهه
آهي، ۽ جڏهن ڪير ان راهه تان وڪ کڻي نزديڪ
اچي ٿو، تڏهن ان کي ڏسي من خوشيءَ وچان باندولو
ٿي ايا به وڏيڪ جلڻ لڳندو آهي، ايا به وڏيڪ تڙڦڻ
لڳندو آهي....

مون چيو، ”ڪويتا، خوشيءَ جي آخرين سيما غم
جو آهي؟“

هن پاڪون کڻي مون ڏانهن نهاريو. چيائين،
”شايد من جي اندرين تهن ۾ جدائيءَ جو احساس
هوندو آهي.“

”تون مون کان الڳ ٿي ويندينءَ، ان ۾ ڀلا
غم ڪهڙو؟ تون منهنجي ٿين ڪير.... سان به تنهنجو
ٿيان ٿي ڪير؟“

”تون ڇا منهنجو ڪجهه به نه ٿين؟ سچ پچ؟“ هوءَ سڏڪي ٿي ويئي.

”چاهيان ٿو: تنهنجي اکين ۾ اوان آنسو بڻجي، چوٽن ۾ مرڪ، زلفن ۾ گل بڻجي، ڳل تي ترُ ۽ زبان تي گيت بڻجي، مگر ايندس صرف هڪ ياد بڻجي.“

”ڇاڻان ٿي، ماڪ جئن شبنم قطرو بڻجي گل چمندي آهي، تئن تنهنجي ياد آب بڻجي منهنجي اک چمندي!“ هٿي چپ!

”شيڪر، توڻ شادي ڇو نٿو ڪرين؟“

”ان ڪي رهڻ ذي ڪويتاه. ان جو مون ڪڏهن به فڪر نه ڪيو آهي.“

”توکي خبر آهي ته پيا تنهنجي باري ۾ ڇا ٿا سوچين؟“

”مون توکان اهو ڪٿي پڇيو ته توڻ منهنجي باري ۾ ڇا ٿي سوچين؟“

”مان پنهنجي ڳالهه نٿي ڪريان.“

”اسان جي ديس ۾ ڳالا جو ڏپ استريون ڪنديون آهن.“

”غلط فهميءَ مان پئدا ٿيل ڳالا جو ڏپ ڪهڙو!“ هن چيو.

”ماڻهن کي ٻين جي معاملن ۾ پنهنجي ٽنگ اڙائڻ جو بيحد موه رهندو آهي؟“

”پوءِ به پوڳيندا اسان جهڙا ماڻهو آهن.“

”مان هلندڙ ٽئڪسي مان لهي وڃان.... تنهنجو ڇا

اهو مطلب آهي؟"

"توکي سمجهڻ مشڪل آهي."

"ڪويتا، تون منهنجي ايترو نزديڪ هوندي به
جيڪڏهن سمجهي نٿي سگهين، ته پڏام، مان آنهن
ماڻهن جي ڳڻتي ڇو ڪريان، جي دور ڪان بيهي ڳلا
ڪندا ٿا رهن."

"چڱو شيکر، اهو ته پڏام تنهنجي زندگيءَ ۾
ڪير ڪير آيو آهي. ڪنهن توکي ڇوٽ رسائي آهي.
مان ڇا ان اياڻ مان ملي سگهان ٿي؟"

"جنن پڏائڻ ۾ ڪجهه ڪونهي، تنن لڪائڻ ۾
به ڪجهه ڪونهي. هئي ڪا ناز و انداز جي ملڪه.
پنڌن ۾ ڇڪڙڻ چاهيائين، پر ڇڪڙي نه سگهي. منهنجو
هيڏانهن هوڏانهن پڪڙڻ ٺيڪ نه لڳس. مان آڌ آڌ
ڪلاڪ خاموش رهي هن جي اکين ۾ نهاريان، پرش
ڪٿي تخليق جي دنيا ۾ گم ٿي وڃان، هوءَ برداشت
ڪري نه سگهي. هوءَ منهنجي پهلوءَ ۾ هوندي هئي،
مان تخليق جي پهلوءَ ۾ هوندو هوس. هن بغاوت ڪئي.
هڪ دفعي پرش پيجي ڇڏيائين. پنهنجو ڇتر ڦاڙي
ڇڏيائين.... صرف ان لاءِ ته مان ڪيس پنهنجي آرٽ
کان وڌيڪ...."

"پر تون ته آرٽ کي به وساري، منهنجي اکين
۾ آنسو، زلفن ۾ گل، چپن تي مرڪ، ڳل تي تر جي
زباز تي گيت ٻڌڻ ٿو چاهين— ڇا آهي اهو سڀ؟"

مان چپ.

”چڱو، اهو ته ٻڌاءِ، هينئر ڇا تون هن کان نفرت ٿو ڪرين؟“

”نفرت!“ مون هاڪو ڪيو، ”نه ڪويتا، هيلتائين اهو لفظ صرف ٻڌو ۽ ان ۾ جاڻي نه سگهيو آهيان ته نفرت ٿيندي ڇا آهي. مان هنجي لائق نه هوس، هوءَ ڇڏي هلي ويئي. ان ۾ هن جو قصور ڪهڙو آهي! مان هن جي پٺيان نه ويس. سوچيم، جنهن کي سک ڏيئي نه سگهندس، تنهن کي پنهنجي ٻنائڻ جي چنتا ڇو ڪريان. نديءَ مٿان پل هوندي، مان پل تان وڃڻ نه چاهيندس. ٻيڙي نه ملندي ته تري ندي پار ڪندس. منهنجو من ئي اهڙو آهي. سهوليت مان ڄڻ اهو ڄاڻيئي ڪونه. جتي طوفان آهي، جتي آنڌي آهي، جتي پاڻ جي اميد گهٽ، وڃائڻ جو انديشو وڌيڪ هوندو آهي، مان اُن پاسي ئي ويندو آهيان. چوٽ مٿان چوٽ کائي ٻانورو من خوشيءَ کان جهومڻ لڳندو آهي ۽ خوشيءَ جي حالت ۾ هڪ گهري ويدنا کان تڙپڻ لڳندو آهي.“

هن جي اکين ۾ آنسو ڀرجي ويا.

”شاديءَ بعد منهنجي جيون ۾ هڪ شخص آيو هو. جنهن منهنجو تومان پريم ڪونهي، تنهن هن مان ۾ ڪونه هو. منهنجو پريم پنهنجي پتيءَ مان آهي، ۽ مون کي پنهنجي پتيءَ خلاف ڪابه شڪايت نه آهي. مگر هن شخص منهنجي نزديڪ اچڻ کي غلط سمجهيو. هڪ دفعي اکين ۾ هڪ عجيب چمڪ ڀري هن مون کي پنهنجي گهر اچڻ جي دعوت ڏني. اهڙي چمڪ

مون صرف پنهنجي پتيءَ جي اکين ۾ ڏسڻ چاهي آهي.
تون ٿي پڇاءِ، اِن حالت ۾ مان هن جي گهر ڪئن
ٿي وڃي سگهيس. هڪ ڪنوارو نوجوان، هڪ ٻوڪلي
مڃيهه، اڪيلي عورت.... مان هن جي گهر نه ويس ته
هن به ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيو."

مان ڪوڙڪيءَ ڪان ٻاهر نهارڻ لڳس. اکين ۾
هلڪي هلڪي جلن محسوس ٿيڻ لڳي.

"شيکر، ڪا درد ڀري ڪويتا ٻڌاءِ."

مون ڪويتا ڏانهن نهاريو. هن مون کي بيحد
گنڀير ڏسي چيو، "شيکر!"

مون چيو، "ڪويتا، هڪ انگريزي شاعر پنهنجي
محبوبا کي مخاطب ٿي چيو آهي: منهنجي محبوبا، مان
تولاءِ گهڻو ڪجهه ڪري سگهان ٿو، مگر مان تولاءِ
ڪجهه به نه ڪريان، منهنجي بس اهائي پرارٿنا آهي.
پوءِ نه تون اهو ڄاڻي سگهندينءَ ۽ نه ان جو اندازو
لڳائي سگهندينءَ، ته تولاءِ ڪجهه به نه ڪرڻ سبب
مون پيار ۾ ڪيترو ڀوڳيو- ڪيترو سٺو!"

"اوه!" ائين چئي هن منهنجي ڪلهي تي پنهنجي
ٻانهن ۽ ٻانهن تي پنهنجو مٿو رکيو.

"شيکر- هڪ ڳالهه چوان؟ جيڪي جيون ۾
ڀوڳين ٿا، پنهنجي سوارٿ لاءِ جيڪي ديوانا ٿا ٿجن،
ڪنهن کي پنهنجي نزديڪ پائي لوڀ ۽ حوس جا
شڪار ٿا ٿين، انهن جي ڇهري تي درد سان گڏ هڪ
عجيب سونهن جو تيج به رهندو آهي، جهڙو گوتم ٻڌ

هن جي چهري تي نظر ايندو آهي شيڪر.... ڇا ٻڌم ۽ تو
ايترو ڏو کيو آهي، ايترو مٺو آهي؟"

"ڪنهن وڏي شخص جو نالو وٺي مون کي ننڊ نه ٻڌاءِ. تنهنجو مٺو منهنجي ڪلهي تي آهي، ان کان
وڌيڪ مان زندگيءَ ۾ چاهي به ڇا ٿو سگهان. تو کي
مون چاهيو آهي صدين کان، تون ملي به آهين صدين
جي سڃاڻپ ڪٿي. زندگي بيحد سندر، مگر ۽ سنگيتمئہ
ٿي ويئي آهي.... ڪجهه پلڪن لاءِ ٿي سهين."

ڏيري ڏيري منزل قريب پوندي ٿي ويئي.

"تون هيٺ ٻيهي، مان مٿان ٿي ٿيي اچان."

"اڪيلو هوا کان.... غم کان؟"

"خار به کائي سگهين ٿو."

"ڪانٽ تي ماٿهو گار به کائيندا آهن."

"ڪانٽ تي ماٿهو مار به کائيندا آهن."

"تون صرف اڄوڪي رات آهين.... رات جون ڪجهه
گهڙيون مون سان آهين. اهي حسين گهڙيون مان
انتظار ۾ وڃائڻ نٿو چاهيان."

"چڱو هل."

هوءَ اڳيان هلي، مان پٺيان هليم. گنگنائيندي
هلي، مان ڳائيندو هليس.

نماز تي اڌ ڏاڪڻ ۾ ٻيهي رهي. مان به پر ۾
وڃي ٻيٺو سانس.

"تون سهڪي رهيو آهين."

"مان ڳائي رهيو آهيان."

"ٻڌو اٿم، تون سگريٽون گھڻيون ڇڪيندو آھين."

"مگر اُن جي اڳيان يا پٺيان پڇتاءُ جو احساس نہ ھوندو آھي."

"صرف وھم ھوندو آھي، ڪڏھن... تڏھن ھيٺ وچ ڏاڪڻ تي ويھجي ويو آھين"

"ٿڪو ناھيان — بيھاريو ويو آھيان."

ٻئي ھلڻ لڳي. مان ٻہ ورتيس.

ٽماڙ تي ٻہ گھر ھئا.... ٻئي بند. ھن پرس مان ڪنجي ڪڍي ھڪ گھر کوليو. ڏاڪڻ واري بتيءَ جي روشني در وٽ پيل ميز تي پيئي، جتي ھوءَ ڪلف ڪنجي رکي اندر ھلي وئي. مان ٻاھر بيٺو رھيس. مگر اندرين بتي نہ ٻري. مون اندر ٿيندي چيو،

"ڪيڏانھن گم ٿي وئين؟"

"سئچ ڳولھي رھي آھيان"

"پنھنجي گھر ۾؟"

"منھنجو گھر آکري ۾ آھي."

مون کيسي مان ماچيس ڪڍي تيلي ٻاري. ھن روڪجي موڏانھن نھاريو. پلڪ، آپلڪ رھي، ايءَ پلڪ ۾ ھنجون اکيون چمڪيون، منھنجو ھٿ جليو. وري اونده ٿي وئي. آمالڪ پاسي واري ڪمري ۾ بتي ٻري. ڪونتا ڪمرو ڇڏي چڪي ھئي. ڪمري جي ھر چيز اڪيلائيءَ جو افسانو ٻڌجي وئي. ھوا ڪي ٻہ شايد اُن وقت لڳڻو ھو. ھوا جو ھڪ تيز جھوٽو آيو ۽ ائين ٻاھريون دروازو پنھنجو پاڻ زور سان ٺڪاءُ

ڪري بند ٿي ويو. هڪ پاسي دروازي جي بند ٿيڻ
جو آواز ٿيو، ٻئي پاسي ڪنهن جي هٿن مان ڪنهن
پٿر جهڙي چيز جي ڪرڻ جو آواز ٿيو. اوچتو منهنجي
ذهن ۾ ٽئڪسي وارو منظر ڦري ويو. ڪويتا چئي
رهي هئي: اڻ حالت ۾ مان هن جي گهر ڪيئن ٿي
وڃي سگهيس. هڪ ڪنوارو نوجوان، هڪ نويڪلي
جڳهه، اڪيلي عورت!

تڏهن منهنجي اکين جي سامهون هڪ آڻ ڏٺل
منظر ڦري ويو. دروازي بند ٿيڻ جو آواز ٻڌي،
ڪويتا ڇرڪي ويئي هئي. هن هٿن مان تاج محل
ڇڏائجي هيٺ ڪري چڪو هو.

زندگيءَ جو مذاق!

مون کان وڏو ٺهڪ نڪري ويو. وڏي ٻئي
ڪمري جي دروازي تي اچي بيٺس. ڪويتا دروازي
پاسي منهن ڪري، ڄڻ پٿر جو بوتو ٿي بيٺي هئي.
سندس پيرن ۾ سنگمرمر جو تاج محل ٽٽي ٽڪر ٿيو
پيو هو.

هوا جو ٻيو جهونڪو آيو ۽ بالڪنيءَ واري دري
بند ٿي ويئي.

اوچتو هن ڇرڪ ڀري هوا جي ڦرندڙ رخ ڏانهن
نهاريو. سندس چهري تي پڇتاءَ جو ڀاو اڀري آيو.
ٻيءَ گهڙيءَ هن جون اکيون چمڪيون. هڪ گهري
مرڪ هنجي چپن تي رقص ڪري آئي. منهنجي نظر
ڀرين هن جي اکين تي ۽ پوءِ ٽٽل تاج محل تان ڦري

مٿيچ ڏانهن ويٺي.
مون مشڪو. اها منهنجي پهرين ۽ آخرين آگيا هئي.
هن تاج محل جا ٽڪرا ڪٽي ٽيبل تي رکيا. وري موڏانهن نهاري مرڪيائين. تاج محل جي ٽٽڻ جو ڪيس غم نه هو. اکيون پوني ڪنڌ جهڪائي، هن آگيا پالن ڪرڻ لاءِ ها ڪئي ۽ ائين مٿيچ ڏانهن وڌي.
مون پويان پير ڪيا. ٻاهريون دروازو پار ڪري، سگريٽ دکائي ڏاکڻ وٽ هن جو انتظار ڪرڻ لڳس.
منهنجي ذهن ۾ هڪ چتر جـون ريکائون آيـرڻ لـڳيون....
هڪ ندي هئي، ڪمل جي گل تي براجمان سرسوتي ديوي ويٺا وڄائي رهي هئي، پاسي ڪانءَ هڪ هاٿي بيٺو هو، ڪيس سونډ ۾ ڪلن جي مالها هئي.
ڪمل تي ڪويتا هئي.... نديءَ ۾ شيڪ را

# چانڊوڪي ۽ زهر

۽ آورٽا ڪنڌ ورائي پٺيان نهاريو.

پريان هڪ ماڻهو لنگهيو هو. هنجون ٻئي ٽنگون پڪل هيون، گوڏن وٽ ٻٽيون ٻڌل هئس، هو تريون زمين ۾ کوڙي، هٿن ڀر هلي رهيو هو. ڪپڙا ميرا ۽ منهن وارن ۾ ڍڪيل هوس. اڌ ڪلاڪ بعد هن جبل تي چڙهڻ شروع ڪيو.

آروٽا جي من ۾ سوال آئيو: آخر هيءُ شخص ڪيڏانهن ويندو؟ مٿي برف آهي ۽ آن کان پوءِ برف آهي ۽ آن کان پوءِ برف آهي. تنهن بعد برف ۽ برف آهي، ۽ هنهن شخص کي ٽنگون ڪونهن، هو ڪيستائين مٿي چڙهندو؟.... ماڻهو ڪيلاش تي شو جو درشن ڪرڻ ايندا آهن، پر هيءُ ڀڳوان جي چانئٺ آورانگهي اڃا به مٿي وڃي رهيو آهي!

تڏهن اوچتو اروٽا جي من جي غفا ۾ هڪ سورتي روشن ٿي آئي ۽ هن چيو، 'اروٽا اسين هڪ دفعي ڪيلاش ضرور هلنداسين. جڏهن تون پنهنجي سونهن ۽ سک جون سرحدون پار ڪندين، تڏهن اسين من جو سک ۽ آتما جي سڪتي پائڻ واسطي مٿي ۽ مٿي هلنداسين. برف کان مٿي، برفن ۾، پل رهڻ ۾ اسين جهڙن پانڊون ۽ دروپديءَ جيان سري ترڇون'

۽ اروڻا جو هٿ راج جي منهن تائين پهچي ويو. هن چيو، 'مرنديس مان- تون يڌشٽر وانگر اڃا به مٺي ۽ ان کان به مٺي وڃج.'

تڏهن راج کلي کلي اونڌو ٿي پيو ۽ هن هميشه جيان طنز ڪئي، 'اوهو، تون ته موت مٿان به پنهنجي هندستاني هٽي جي چادر اوڍڻ ٿي چاهين.'

۽ اروڻا واديءَ ۾ نهاريو، جنهن ۾ ڌنڌ هو. وڻ جڻ ڌنڌ ۾ بيٺا هئا. پريا پريا وڻ، جڻ تصور جا هٿيل. مندر مان ڌيري ڌيري گهنڊن جو آواز اچي رهيو هو. اروڻا پنهنجو هٿ ڇاتيءَ تي رکي، مٺ پڪوڙي ۽ هن جي ٻنهي ڪلهن تان ساڙهيءَ جو پلاند هيٺ ڇڪجي آيو. هن آڪاس ڏانهن نهاريو ۽ چيو، "راج، راج تون ڪٿي آهين؟"

پر اڌ ڪلاڪ اڳ هن پنهنجي ڌيءَ کي چيو هو، "وشواس ڪريو مائين، پريوءَ جي چرنن ۾ ويندي، منهنجي من ۾ گنگا جي سيتلتا ڀرجي ويئي آهي ۽ ان جي پرواهه منهنجي من جا سڀ دوش لڙهي ويا آهن. ڪچن ۽ بيڊ روم ۽ ڊرائنگ روم، انهن جا ڍانچا ٽٽي پيا آهن ۽ منهنجي آتما، ڀڳتيءَ جي هڪ لاٽ بڻجي ويئي آهي."

پر راج، راج ته جڻ هن جي من جو وجود بڻجي ويو هو.

اروڻا جڏهن آخر دفعو راج سان گڏ هئي، تڏهن هن جڻ چلائي چيو هو، "راج، تون نهايت نيچ آهين،

خسيس آهين."

هُو مدت جي خاموشيءَ بعد راڄ جواب ڏنو هو،
"تنهنجي راهه جو ماڻ رکڻ لاءِ مون کي شايد اڃا
به نيچ ۽ خسيس ٿيڻو پوي."

هُو هن پوءِ طوائفن وٽ وڃڻ شروع ڪيو هو.

هُو هڪ ماڻهو هو، جنهن جون ٽنگون پڳل هيون
۽ جو جبل تي چڙهي رهيو هو.

سچ لهي ڇڪو هو ۽ آن جو اولڙو جهڪو ٿيندي
رهيو هو. اروڻا وري پڪاريو: راڄ.... راڄ....

فقيرن ۾ ڪمبل ورهائي، اروڻا جو پتي نرمل موٽي
آيو. هن چيو، "اروڻا، مان ڀڳوان جي ڀڳتن کي خوش
ڪري آيو آهيان. مون مان ڀڳوان پڇيو: ڀڳت ڇا گهرجيئي؟
ٺيو ماس: اروڻا. هر جنم ۾. جنم مرڻ جي ڦيري کان
پوءِ به .... ڀڳت، ايڏو ڏکيو ۽ ايترو ڇڪو لاڳاپو
منظور آهي نه؟" ان طرح اڳ هن ڪڏهن به سوال
نه ڪيو هو، پر ان طرح سان اروڻا خاموش به ڪڏهن نه
رهي هئي.

"اروڻا" هنجي ڪلهي تي هٿ رکي نرمل اروڻا
جي بند ٿيل اکين ۾ نهاريو. انهن ۾ ڳوڙها ڏسي،
هن آهرج وچان چيو، "ڇا ٿيو اروڻا؟"

هُو اروڻا کي ڪو به جواب نه ڏيندو ڏسي، هن
سامهون نهاريو ــ آن شخص ڪي جنهن جون ٽنگون
پڳل هيون ۽ جو ڪيترن ڪوشش جي باوجود مٿي
چڙهڻ ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيو هو.

"هو ڪير آهي- ڪير آهي؟ ڇا هن جو ڪوئي ڪونهي؟" اروڻا پڇيو.

"ايترو دک نه ڪر اروڻا،" نرمل جو ڏنو، "دنيا ۾ دکين جو ڪاٿو ڪونهي."

پر اروڻا چپ چاپ اڳيان وڌڻ لڳي، ۽ نرمل کي لڳو- ڇڻ هتان ان اسٽريٽ کي اڳ ڪڏهن به نه ڏٺو هو. هوءَ نزديڪ هوندي به پري ۽ مٿي ۽ الڳ هئي. شاديءَ جي پهرينءَ رات هن جڏهن اروڻا کي ڏٺو هو، تڏهن به هوءَ ڪيس ائين ئي لڳي هئي، ۽ ڪن گهڙين لاءِ نرمل کي ائين لڳو ته آهو شخص جو ڄبل تي چڙهي رهيو هو، اهو ڪير ٻيو نه، پر اروڻا خود هئي ۽ پاڻ پٽ تي اونڌو ۽ بيوس پيو هو، ۽ هن جون ٽنگون ڀڳيون پيون هيون.

راج پينٽر هو. هو ٻرش کڻي تصويرون ڪيندو هو ۽ فقط پاڻ ئي سمجهندو هو ته آن ۾ فن آهي، فڪر آهي، گهرائي آهي، گهاڙها ساوا رنگ، شراب جون ٻوتلون، ڦاٽل اکيون، ٻوڏن جا ڏاگها، پنڃر ٽيل ڦيٿا، پٽ تي وسامل سگريٽون ۽ رت جا داغ، ڄڱهه ڄڱهه مايوسين جا ڀوڏا، دلاسن جا جلسا، اميدن جا ڦاها....

اروڻا ڪرڪيٽ ڪلب آف انڊيا ۾ بال روم ڊانس ڪرڻ ايندي هئي. گهڻائي ماڻهو هن جي آڱرين جي پيڙين کي جهلي، راڪ ۽ راڪ ڪندا، پنهنجي تصور ۾ ئي زمين دوز ٿي ويندا هئا. زمين تي پير رکڻ سان سندن پير ڇڻ سوڙ لڳندا هئا ۽ هوءَ نهايت انداز سان

ٻيرن کي مٺي ڪري، ٻدن کي ڀٽر لڳل نانگ جيان ٽٽڪائيندا هئا.

راج کي ڪلب ۾ شيام ولي ويو هو ۽ هن ئي اروٽا سان هن جي واقفيت ڪرائي هئي.

اروٽا انگريزيءَ ۾ پڇيو هوس، ”اوهين ڊانس ڪندا؟“

راج انگريزيءَ ۾ ئي جواب ڏنو هو، ”مان ڇا شڪل ۾ باندر لڳانٿو؟“

اروٽا نهايت اعتراض وچان شيام ڏانهن نهاريو ۽ چيائين، ”شيام، ڇا ڪلب ۾ اچڻ کان اڳ Manners سکڻ ضروري نه آهن؟“

”نه- ڇو جو هو آرنسٽ آهي ۽ آرنسٽ جيڪڏهن بدتميزي نه ڏيکاريندو ته ڪوبہ هن کي جينيئس قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيندو.“ ائين چئي هو مشڪي پنهنجي چيل ڳالهہ جو بنياد پڪو ڪرڻ لڳو. ان تکي جواب مان هڪ ته هن جي راج مان گهرائي ۽ ٻيو ته اروٽا کي ڏنل سندس جوابَ جي سخت غير ڀيرائي ظاهر ٿي.

راج صرف ايترو چيو، ”تون مونکي پنهنجي ڪار ۾ وٺي آيو آهين، انڪري جيڪڏهن هڪ خوبصورت عورت اڳيان تو منهنجي بيعزتي ڪئي ته آها منهنجي لاءِ وڏي قيمت نه آهي، ڇاڪاڻ جو ان مان تنهنجي سماجي ديدبي سان گڏ تنهنجي ڪوڪليپٽي جي بہ اوگهڙ ٿي وڃي ٿي.“

۽ شيام جو منهن غلط اگهہ ۾ ورتل ڪپڙي جيان

ڦٽي ويو.

اروڻا راج جي قريب وينديء چيو، ”نهايت تيز آهين- لڳي ٿو، توکي اڃا ڪنهن عورت جي محبت نصيب نه ٿي آهي.“

”تون صحيح آهين،“ راج جواب ڏنو، ”مونکي ڪارڪونهي ۽ مان فل ٽائيم اڊيٽ نه آهيان، مون سان محبت ڪير ڪندو؟“

”تون Cynic آهين- پر توکي پنهنجي بي حيائيءَ جي قيمت ڀرڻي پوندي.“ ائين چئي اروڻا هلي وئي.

غصي وچان شيام هٿ کي ڀر ۾ رکيل ڪرسيءَ تي هڻيو ۽ چيو، ”وڏي ماڻهوءَ جي ڌيءَ آهي- توکي خبر آهي پئرس، روم ۽ لنڊن مان گهمي آئي آهي. ڇا اُن سان ان طرح ڳالهائبو آهي؟“

راج ڏند ڏيڪاري جواب ڏنو، ”ڇا ڪلب ۾ به اسڪول جا سبق ملندا آهن؟- زندگيءَ توکي مٺو نه ڏنو آهي، پر اُن ۾ ڪجهه وجهڻ وساري به ڇڏيو آهي.“

۽ شيام وارن ۾ هٿ وجهي، ڪا ٻي ڳالهه سوچڻ لڳي ويو.

هفتي بعد اروڻا ۽ شيام گڏيا. ٻنهي بليئرڊ ۽ رمي راند ڪئي. ۽ پورو هفتو شيام ڏٺو نه اروڻا ڪانئس هارائي رهي هئي. اُن ڏينهن هن اوچتو ڪا پتا ڦٽا ڪيا ۽ پڇيو، ”پر هو آهي ڪٿي؟“

شيام اِن ڪافين جو آرڊر ڏنو هو. هو آئي ويٺو

۽ سامهون نهاريندي چيائين، "ڪير؟ بيئرو! اچي رهيو آهي."

تڏهن پوري هفتي بعد پهريون دفعو اروڻا ڪاڻ لڳي. چيائين، "نه، هو تنهنجو آرنسٽ دوست راڄ."

"راڄ" ائين چئي شيام ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. چيائين، "هو آرنسٽ آهي. هن جي من ۽ ڪمري ٻنهي ۾ آنڌهه هوندي آهي. اها اونڌهه هنجي پاڳي ۾ به آهي. ڪير به هن کان ڇتر خريد نه ڪندو آهي، ڇاڪاڻ جو هنجي ڇترن ۾ رنگن جا ڦيٽار هوندا آهن. هن جا رنگ ضدي، هنسڪ ۽ گهڻ ڳالهائو آهن. پاڻ ئي ٻڌائيندو آهي ته انهن ۾ ڪلا آهي ۽ گهرائي آهي. ڇتونو دوست آهي. ڪيس هر مهيني پنج سؤ رپئن جو مني آرڊر ڪندو آهيان ۽ هو آهي جو هن ڪڏهن اهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ئي نه ڪئي آهي ته آخر آهو مني آرڊر ڪرڻ وارو ڪير آهي!"

اروڻا مشڪي ڪافيءَ جو پيالو ڪنيو ۽ چيائين، "ڀلا ماڻهو، ڇا تون سون ڪي هن جي اڊريس ڏيئي سگهين ٿو؟"

"اڊريس — اڊريس!" شيام جي هٿ ۾ پيالو لڏڻ لڳو.

اروڻا چيو، "شيام، ميان راڄ ڪلب ۾ اچڻ ٿي گهرجي."

۽ شيام محسوس ڪيو هو ڪافيءَ ڪيا نه، پر ڪافي هن کي پيئي رهي هئي.

پٺي ڏينهن اروڻا راج کي پاڻهن ڪان جهلي، ٻار ۽ وٺي ويٺي ۽ ڪيس صوفا تي پنهنجي سامهون وهاريندي چيائين، ”ڇا پيئبو؟“

راج چيو، ”بس، پنهنجو مک ڏسڻ ڏي. تنهنجي منهن ۾ زهر به آهي ۽ چانڊوڪي به آهي، مان پٺي پيئڻ ٿو چاهيان.“

”زهر ۽ چانڊوڪي – مطلب؟“

راج منهن مٺي ڪري، ڪاڏي ڪنهڻ لڳو – ان ڏينهن جي ڏاڙهي هئس، ان ڪري هو ڪنهڻ مان پنهنجي من جو اهام پوريءَ طرح ظاهر ڪري سگهيو. سندس نظر ڇت ۾ پرندڙ فانوس تي پيئي، جنهن کي سندس نظر جي نانڪڻ ڏنگي ڪارو ڪري ڇڏيو.

چيائين، ”مس اروڻا، ڪڏهن ڪڏهن پهاڙن سان سر ٽڪرائڻ تي مرضي ٿيندي آهي، پر جڏهن ائين نه ڪري سگهندو آهيان، تڏهن غلط گالهائڻ شروع ڪندو آهيان. اڪثر منهنجي لفظن کي مطلب جي ڪريم لڳل نه هوندي آهي، ان ڪري آهي منهنجي چترن جي رنگن جيان سادا ۽ اداس ٿئجي ويندا آهن.“

”وشواس ڪر راج،“ اروڻا چيو، ”مان توکي فقط انڪري چاهڻ لڳي آهيان، ڇاڪاڻ جو توکي سمجهڻ مون لاءِ ناممڪن ٿئجي پيو آهي.“

”ڇا سچ؟“ راج اٿي ويٺو، ۽ هن ڏکهو ساهه کڻي پنهنجي ڇاتي ڦولاري.

”ويهي رهه،“ اروٽا چيو، ”تہ غلط نہ سمجهہ.“
”ڳالهہ هيءَ آهي تہ مان Abstract paintings
ڪيندو آهيان. آنهن کي پسند ڪر ڻلاءِ مون کي
اهڙا ماڻهو کپن، جيڪي انهن کي سمجهي نہ سگهن.
جن جي من ۾ اهام آهي، انهن لاءِ ماڊرن آرٽ رنگن
۾ پاون جي سمانتا جو هڪ ذهني سلجهاءُ آهي.“
”منهنجي پر ۾ اچي ويهہ ــ مان توکان ڪجهہ
پڇڻ ٿي چاهيان.“
راڄ هن جي پاسي کان اچي ويٺو.
”مان پنجويهن سالن جي آهيان ۽ مون وٽ
Teen Ages جي لڄ ۽ هٺڪ نہ آهي. مان ماڊرن ۽
اپ-ٽو-ڊيٽ آهيان، ان ڪري ڪا ڳالهہ چوڻ ۾ مون
کي سو دفعا سوچڻ ۽ راتيون ننڊ ڦٽائڻ جي تڪليف
وٺڻي نہ پوندي آهي ــ ٻڌاءِ ڇا تون هن کان اڳ
ڪنهن عورت سان بستري تي ستو آهين؟“
سوال ايترو جلدي ۽ ايترو سڌو پڇيو ويو هو،
جو ڪن گهڙين لاءِ راڄ چپ ٿي صوفا جي اندر ٿي
دٻجي ويو، پر ڳالهہ ڪنهن عورت ڇڏي هئي، آهو
سوچي هن پنهنجو حوصلو سنڀاليو ۽ هن ڪنڌ اوچو
ڪري جواب ڏنو، ”متل تہ مان هن وقت به ڪنهن
سان نہ آهيان، ميس!“
”ٿئنڪ يو،“ اروٽا چيو، ”مون مطلب سمجهيو.
هي ماڻهو ڏس، جن کي فل سوٽ پيا آهن، جي ڳچيءَ
۾ ڏابون ٻڌي هلن ٿا ــ هنن مان ڪير به هڪ ميڪنڊ

ڳالهه وڌيڪ منهنجي اکين ۾ ڏسڻ نهاري نه سگهندو آهي، خبر اٿئي ڇو؟ ڇو جو هو پنهنجي ننڍڙن ڪچي ڏوهيءَ جي ڪپڙن جيان هر جڳهه تي سڪيندا آهن، ان ڪري انهن ۾ ست نه رهيو آهي. هو پنهنجي ڪوڪلائپ کي بار بار اکيون ٻوٽي لڪائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. هو ماڊرن سوسائٽيءَ جا قلعي ٿيل باسڻ آهن، هنن ۾ تنهنجي مک جي چانڊاڻ نه آهي."

راج نظر کي تيز ڪري شونيه ۾ نهارڻ لڳو.

"راج،" اروڻا چيو، "تون ڪجهه پيو آهين."

"۽ تون؟"

"مان.... مان هنن سڀني لاءِ مرد آهيان، ڇاڪاڻ جو هنن مان ڪير به مون کي عورت ٿيڻ نه سگهيو آهي."

راج ڪنڌ ورائي اروڻا ڏانهن نهاريو. اهڙي ڳالهه ٻڌڻ سان هن جو رت ايترو ته گرم ٿي ويو، جو بي خبريءَ وچان پنهنجي ڇپن کي ڏندن سي وچ ۾ آڻي انهن مان رت ڪڍي ڇڏيائين، ۽ پوءِ رومال سان منهن صاف ڪري، هن چيو، "مان چاهيندس ته تون مون سان ٻاهر هلين."

۽ اروڻا راج جي پٺيان هلڻ لڳي.

فوٽ پاٿ تي پهچي راج پڪاريو، "ٽيڪسي-ٽيڪسي."

اروڻا چيو، "منهنجي ڪار حاضر آهي."

"تنهنجي ڪار جهنم ۾ پوي- مان ڪنهن به

حالت ۾ تنهنجي Superiorty قبول ڪرڻ لاءِ تيار
نه آهيان."

۽ پندرهن منٽن جي اندر هن اروٽا کي پنهنجي
ورليءَ واري فليٽ جي ڪوٺيءَ ۾ پلنگ تي اچي
سٽيو ۽ ڪمري جو دروازو بند ڪري، بتي وسائي ڇڏي.

پسب ني نزديڪ اچي هن چيو، "تو منهنجي
وحشيت کي للڪاريو آهي، اروٽا."

۽ ان وقت سڄي ڪمري ۾ گونجي ائي اروٽا جي ڪل.
هن چيو، "پر بهادر، تو هيءَ بتي ڇو وسائي آهي؟"

"چاڪاڻ جو، چاڪاڻ جو مان توکي ننگو ڪرڻ
چاهيان ٿو. مان، مان توکي اکين ۾، ٻانهن ۾ ڇڪ
پائڻ چاهيان ٿو."

"اهو تماشو ڇا روشنيءَ ۾ ٿي نٿو سگهي؟"

تڏهن اچانڪ راڄ جو هٿ هوا ۾ کڄي ويو. ڇا
هوءَ منهنجي ايڏي بيعزتي ڪري سگهي ٿي؟ پر اهو
هٿ هوا ۾ ئي رهجي ويو ۽ هن پٺيان هٽي، بتي
ٻاري، پاڻ کي ڪرسيءَ تي سٽيو.

اڇي ساڙهي ۾ ملبوس اروٽا، ڪلهي تي ڪريل
ساڙهيءَ جي پلاند کي ڏاهڻ بنا ئي ٻيهندي چيو،
"تون مون کي غلط نه سمجهه راڄ. سونهن شرير ۾
آهي، ڇا ڪوئي ان کي اوندهه ۾ ڏسي سگهي ٿو؟
پوءِ تو بتي ڇو وسائي؟"

"اروٽا، تون ايترو نه منهنجي نزديڪ اچي ويئي

آهين، جو مان تنهنجي مک ڇمڻ جو سوچيندي به ڀاڻ
کي خسيس پيو سمجهان. هل ٻاهر هلون....“

ٻاهر سمنڊ ڇوليون ماري رهيو هو. اروڻا راج
جي ٻنهي ٻانهن هيٺ هلي. راج وري به رومال ڪڍي، پنهنجي
منهن مان لڳاڻو ۽ چيائين، ”منهنجا چپ ڦاٽي پيا آهن.“

”ظاهر آهي ته تون رنگن مان گڏ ڏندن کان به
ڪم وٺندو آهين راج.“

اروڻا جي ايڏي حوصلي مان راج کي ڪمتريءَ جو
ايڏو ته احساس ٿيو، جو هن چيو، ”تو ته مون کي ماٺهوءَ
مان ڪتو بڻائي ڇڏيو اروڻا، پچڻ لاءِ صرف پيچ نه
آهن، ٻيءَ طرح حالت ڪا قريل نه آهي.“

”۽ تون، راج مرد آهين.“

راج کي بيوسيءَ جو ايڏو ته احساس ٿيو، جو
هن نهايت جلندي چيو، ”هيءُ آسمان ۾ چنڊ آهي يا
آپ جو ڦٽ آهي؟ ۽ هي تنهنجو مک آهي يا حوص
جو رخ آهي؟ هيءُ سمنڊ ڪنهن کي ڏسي ٻاٽي ٿي
ويو آهي ۽ جنهن ۾ ڪنهنجي بي حيائيءَ جي ڪارڻ
ٻرجي ويئي آهي؟ تنهنجي نظرن ۾ بيڊ روم جون
ريشمي چادرون وڇايل آهن، جن ۾ تهذيب جو ڪفن،
دفن آهي.“

اروڻا کاڻ لڳي. چيائين، ”راج، لڳي ٿو، تنهنجي
من مان گڏ تنهنجي دماغ ۾ تنهنجي ذهن کي به ضرب
آئي آهي ۽ تنهنجي وجود جو ڍانچو ٽٽڻ لڳو آهي.“
انگريزيءَ ۾ چيائين، ”معصوم رنگن سان کيڏڻ وارا

آنا ڙي، عورت جي دل، ڪنهنجي فن جو طلسم نه آهي، جنهن ۾ ڪو رڳو ٽڙيل فنڪار ڪنهن شاهڪار جي تخليق ڪري سگهي .... آچ .... مون سان گڏ هل....
".Come dear

۽ راج اروٽا ٻنهي هلڻ لڳو، ۽ ان طرح، جيئن گرفتار ٿيل شينهن ڪوڙڪي ۾ هلندو آهي.

آن رات ڪلاب ۾ شيام چيو، "اروٽا، ڏس، توکي راج ڏسي ڪيئن ٿو؟ سندس وس پڇي ته هيڪر توکي آڻي وانگر ٻوهي ديوارن تي رنگن جيان لڳائي ڇڏي .... مان هن جي من ۾ هڪ فنڪار نه، پر آهو ڏوراي ڏسندو آهيان، جو اڪثر پنهنجي تصورات جا ڪپڙا سڻيندو نظر ايندو آهي"

راج مشڪي چيو، "۽ جنهن مان ميل نه، پر تنهنجو دم نڪرندو ايندو آهي، ڪيئن؟"

باهه ۾ هٿ وجهڻ سان شيام جو هٿ ايترو ته سڙي ويو، جو هن ٻهريون دفعو ناراضپو ظاهر ڪندي چيو،

"Raj - This is Too much"

"مان سمجهان ٿو ڳالهه کي، پنهنجي ليکي گهٽي اهميت نه آهي،" راج مشڪي چيو، "پر ڇاڪاڻ جو اها اروٽا کان هڏي ويئي آهي، ان ڪري ٿي تنهنجي حوصلي جي مشين خراب ٿي ويئي آهي."

انهي ڳوهڻ واري ڳالهه اروٽا کي بري لڳي هئي، پر هوءَ چپ رهي هئي. هن هيئنر آهستگيءَ سان چيو،

”ان طرح سان اوھين ٻئي ھڪ ٻئي سان وڙھو ڇو ٿا؟— ڇا منھنجي ٻڌڻ سان ڪير نيڪ وڏو ٿيو ٿو؟“

اھڙي ڳالھہ ٻڌي شيام شڪر گذاري وچان پنھنجون ٻئي پلڪون مٿي ڪئي اروٽا ڏانھن نھارڻ لڳو.

پر راج اٿي بيٺو ۽ چيائين، ”اروٽا، تنھنجي ان جواب مان پل شيام جي من ۾ سنديس خسيسپڻو جاڳي پوي، ان طرح سان تون منھنجو ايمان ڪري نٿي سگھين.“

۽ ائين چئي ھو وڃڻ لڳو.

راج ٻاھر آيو. بلڊنگ ڏانھن نھاري ٿڌو ساھہ کنيائين. نوٽ پاڪ تي ھچي، ھن سگريٽ دکايو ۽ کيسن ۾ ھٿ وجھي ھلڻ لڳو. موڙ وٽ رڪجي، ھن کيسي مان ھٿ ڪڍي ڏکھو ڪش ھنيو ۽ ھوا ۾ دونھون ڇڏيو، پر جڏھن آھو دونھون ھٽي ويو، تڏھن کيس پاسي ۾ ڪار جي دريءَ ۾ اروٽا نظر آئي.

اروٽا دروازو کولي چيو، ”اندر اچ.“

”نہ.“

”راج، مون چيو اندر اچ.“

”پر ڪيڏانھن ھلنديءَ؟“

”جھنم ۾.“

”ڇا آھا ڪا نئين ڪلب آھي؟“

”تون ھميشہ لفظ جي جھڳڙن ۾ الجھيو رھندين؟— ڪڏھن ڪنھن جي ٻڌندين ڪونہ؟“

ڪار ڦاٽڪ مان اندر گهڙي ته بنگلي جي ٻاهران
ٽيبل ۾ نوڪر اڳيان وڌي آيا. پڇا ڪرڻ مان معلوم
ٿيو ته ڊيڊي ڊرائنگ روم ۾ دوستن سان شراب پي
رهيو هو. ”مسٽر هري“ جو پاٺ ڪري رهي هئي ۽
ڏاڪڻ وٽ باقي ٻه نوڪر تلسيءَ جون چوپايون پڙهي
رهيا هئا.

اروڻا جو مٿيون ماڙو هو- هن جو الڳ ڊرائنگ
روم ۽ بيڊ-روم هو. پيانو، ڪتابن جي ڇهن الماڙين
پرسان پيو هو.

مٿي ايندي هوءَ نوڪر کي ڪجهه چئي آئي
هئي- نوڪر آيو ۽ ٽيبل تي ٻه گلاس، هڪ ڪوڪوڪولا،
هڪ سوڊا ۽ هڪ اسڪاچ وسڪي جلدي ڏيو. ٻئي
اشاري سان سگريٽ جو پاڪيٽ ۽ ماچيس به کڻي آيو
۽ هليو ويو.

دروازو بند ڪري اروڻا راج کي صوفي تي وهاريو
پاڻ به هن جي ڀر ۾ ويهي رهي. ”پيانيني، راج، پي
۽ پيار.“

”ڇا تون پيئندي آهين؟“

”مون کي ڪوڪو ڪولا ڏي، پر تون...“

”پر هيءَ تنهنجو ڪمرو آهي.“

”سڀ ماڻهو منهنجي شڪايتون ڪري ايندا آهن،
پر ڊيڊي منهنجي آزادي ڏٺي ڪيندو، خدا منهنجي
تعريف ڪيندڙ پيدا ٿي ويندا.“

”پر مان...“

"GO ON"

ٽڪ پيگ چاڙهڻ سان راڄ کي ٿڪڻي محسوس ٿي ۽ هن پڇيو، "اروڻا، پيانو ڪير ٿو وڄائي؟"

"پيانو ڪير ٿو وڄائي- تنهنجو من ٿو وڄائي"

راڄ زور سان اکيون بند ڪيون ۽ گهٽ ڏيئي، سڄو گلاس خالي ڪيو.

"هان پڌاءِ، تون ڪير آهين؟"

"مان..... مان: مان آهيان."

"ڇا تنهنجو ڪوئي ڪونهي؟"

"ڪاڻهن جي ڳالهه ٿي پڇين؟- اڄ ته تون آهين، شراب آهي."

"پر تون ايترو غلط ڇو آهين؟"

"غلط؟- اوهه- غلطان! مون پيتو آهي نه؟"

"نه- مون پڇيو: تو پنهنجي مٿان هي نقاب ڇو چاڙهيا آهن؟- ڇا تون هميشه آسپاويڪ ۽ Tense ۽ Uneasy رهندو آهين؟"

"مان...."

"پڌاءِ ڪير آهي آها عورت، جنهن توکي هيئن بڻايو آهي؟"

"اوهه رجني.... منهنجي رنگن جي دشمن! هلي وئي. هن جي شادي به ٿي وئي"

"۽ پيا ماڻڪ؟"

"ماءُ پالي نه سگهيو- مون کي ڄمڻ نه ايندو آهي نه!"

"پوءِ هلين ڪيئن؟"

"بس- ڪوئي گهر ۾ پئسا ڦٽا ڪري ويندو آهي. ڪير آهي، مان نٿو ڄاڻان. شايد هن جو منهنجي فن ۾ وشواس آهي. شايد آهو شيام هجي! پر اها ڳالهه هن جي وهنوار مان ظاهر نه ٿيندي آهي."

"ڇا تون زندگي پر ائين رهندين؟"

راج گهڙيءَ گهڙيءَ اکيون بند ڪري، آنهن ۾ آڱريون وجهڻ لڳو، چيائين، "مرڻ کان اڳ ۾ هڪ ئي تمنا آهي: هڪ مهٽو چتر ڪيئي وڃان."

"بس؟"

"بس!.... آسمان ۾ ڪهڙا چنڊ آهن؟ هيءَ ڌرتي به نه هڪ آهي ۽ جنهن کي اسان ڏٺو نه آهي، آهو ڀڳوان به نه هڪ آهي."

"پر تون ته آبتا سبتا چتر ڪيندو آهين."

"اروٽا،" راج تيز ٿي آٿي وينو، چيائين، "ڇا توکي آرٽ جي خبر آهي؟- ڇا توکي خبر آهي ته تارن جي پنيان ڇا آهي؟ ڇا توکي خبر آهي ته منهنجي من جي گهرائين ۾ ڇا آهي؟.... منهنجون اکيون بند هونديون آهن ۽ جيٽ هلندا آهن ۽ باهيوا پرنديون آهن ۽ تني تي ڦلڪا پچندا آهن ۽ جبل ناچندا آهن- مون کي عورتن جون اکيون نه، پر انهن مون رانون ۽ مٿرون نظر ايندا آهن، هڻ ڏنل بلائو ۽ ميٺا نظر ايندا آهن ۽ مان آهي سڀ هڪ وقت ڏ. .ر آهيان- ڇا مان هڪ .ندر چتر ۾ هڪ نئين ڌرتي ۽ ڪ ن آڪاش

۽ مان پنھنجي تخيل جو ھڪ نئون اھام نئو خلقي سگھان؟ تون منھنجي آرٽ جي بيعزتي ڪرڻ وارو ڪير ٿيندي آھين؟- ڇا رجني سندر نہ ھئي؟- ۽ ھوءِ ٻئي سان شادي ڪري ويئي، منھنجي آرٽ جي بيعزتي ڪري نہ سگھي."

ھن ٻيو گلاس ڀريو ۽ ھو آتي ٻيٺو،

چيائين، "پر تون وڌيڪ سندر آھين. تنھنجي ڇاتيءَ ۾ نھارڻ سان منھنجا چپ سڪي ٿا وڃن- سڄو رنگ انھن ۾ ڀريل آھي- تنھنجي ٻانھن بہ گوري آھي- سڄو ڏينھن منھنجي وات ۾، منھنجي ڏندن ۾ ھجي تہ مزو اچي تنھنجي ڪمر ۾ منھن لڪايان تہ ٻيو نشو چڙھي، گوڏن ڪان مٿي ساڙھي ڪجھہ اندر ڇڪيل آھي.... ۽ تنھنجي ڳچي ايتري ڊگھي ۽ سندر آھي، جو تون ڪنھن بہ وقت خوابن مان بيدار ٿي سگھندين آھين.... تنھنجو نڪ ڇڻ مون کي پاڻ ڏانھن ڇڪي ٿو. پنھنجي وارن کي ڪجھہ پريشان ڪر اروٺا، مان آڏ منھن تنھنجي ڇاتيءَ ۾ ٿو لڪايان ۽ باقي اڌ تي تون پنھنجا زلف پريشان ڪري ڇڏ."

پر ھو ٻيٺو ئي رھيو،

".. ڇا مون کي سک ملي سگھي ٿو؟ نہ! مون لاءِ سک ڇڻ پرائي عورت آھي. نہ مان ھن جو تالو ڪٽيندو اٿيان ۽ نہ ھو ھر ڀيرو ڀري مون وٽ ايندو آھي."

اروڙا آئي هن کي پنهنجي پاسي ۾ وهاريو، چيائين،
"پڌ راج، مان روم، پيرس ۽ لنڊن ويئي هيس. هوا
۽ موسم ۽ مڪان سڀ سندر هئا، پر مون جن کي
ڏسڻ چاهيو، سي مون کي نه مليا. مون پڌو ته انهن
فنڪارن مان ملڻ لاءِ انهن جهڙو بڻجڻو پوندو آهي—
۽ مان واپس موٽي آيس. هڪ اميد سان ته من زائد
ڪندي، پنڪندي مون کي ڪو تو جهڙو ديوانو
ملي وڃي. اڄ توکي ڏسڻ سان منهنجي زندگيءَ جي
وڏي پياس بجهي آهي. پر مان هاڻ به سمجهان ٿي ته
تون صرف ڳالهائڻ تائين مٺو آهين— ڇا تون بزار مان
پاڇيون آڻي سگهين ٿو؟ ڇا تون نوڪري ڪري
ڪمائي سگهين ٿو؟— تون جلدئي ڪجهه نه ڪري
سگهين. تڏهن رنگن مان غصو ڪڍين ٿو— ڇا زندگيءَ
ڪان پري پڄڻ گهرجي؟"

راج هن جي ڪلهي تي مٿو رکي چيو، "مان اهو
سڀ ڪري سگهان ٿو ۽ مان رهڻيءَ مان شادي به
ڪري سگهان ها، پر منهنجي من ۾ رنگن جون ديون
پريل آهن ۽ مان آهي رنگ هوا ۾ اڇلائي پنهنجي من
کي تربت ڪرڻ چاهيان ٿو— نوڪريون سڀ ڪندا
آهن، شاديون سڀ ڪندا آهن—" هن اروڙا جي ڪلهي
تان مٿو هٽائي چيو، "هن ديوار تي هڪ چتر آهي—
توکي ان لاءِ عزت آهي، ڇو؟ پر ان جي توکي
کهڙي خاطري آهي ته جنهن ان کي ڪڍيو آهي، ان
جي شادي به ٿي هوندي ۽ هن بزار مان پاڇيون به

وڙڪيون ڪونديون؟...." ۽ راڄ جي اکين ۾ پاڻي
ڀرجي آيو.

اروڻا چيو، "راڄ.... راڄ...." ۽ هن راڄ جو مک
پنهنجي هٿن ۾ آندو، هن جي اکين ڳلن کي چميو.

راڄ اکيون بند ڪري، نڪ کي آڱولي سان
مهٽيندي، هڪ ڊگهو ساهه کڻندي چيو، "اڙي پاڳل،
تو هي ڇا ڪيو؟— ڇا اهو حق پهرين مون کي نٿي
ملي سگهيو؟"

۽ هن اروڻا جي اکين اکين کي چميو. اٿي
ويهندي چيائين، "اروڻا، مون هن بي رحم زندگيءَ کان هڪ
ڳن ۾ پورو بدلو وٺي ڇڏيو." ائين چئي هو پاڻ
بالڪنيءَ ڏانهن وڌيو.

اروڻا پٺيان آئي: چيائين، "راڄ، تون سامان ڪٿي
هتي آهي رهڻ— مان تنهنجي ڪلا جي پوڄاري ٿيڻ
ٿي چاهيان."

"اروڻا، توکي خبر آهي ته ڌرم شالا ۾ پناهه وٺندڙ
مسافرن کان، اهي پاڻ تي ڏاڍو وڌائي وٺندڙ فقير کي
پنهنجي هستيءَ جو وڌيڪ احساس ٿيندو آهي— ڇو جو
اهو ڏاڍو هن جو هوندو آهي ۽ هن تي ڪنهن جو
احسان نه هوندو آهي."

اروڻا جي من کي برابر چوٽ آئي، پر هوءَ چوٽ
کائي راڄ تي وڌيڪ موهت ٿي پئي ۽ هن چيو،
"ته پوءِ مون کي اجازت ڏي ته ڪڏهن تنهنجي گهر
اچي رهان."

ٻوليون ٻالڪنيءَ تي رکي، راج پنهنجو منهن پنهنجي هٿن ۾ آندو ۽ هيٺ لنگهندڙ ماڻهن ڏانهن اشارو ڪري چيائين، ”اروڻا، ڇا هنن بيوقوفن کي خبر آهي ته مان ڪيڏو خوش نصيب آهيان؟“

”انهن جون به پنهنجون پنهنجون خوشيون آهن راج.“

”ڇڱو ڀلي مانس، ان کان اڳ ته تنهنجي وسڪي مون کي تنهنجي پهلوءَ ۽ تو کي تنهنجي پلنگ تي ليٽائي ڇڏي، تون مون کي هيٺ وٺي هل.... هاڻ مان ويندس.“

”ڇا رات جو؟....“

”مان هت رهي نه سگهندس وڃڻو آهي. منهنجو پلنگ، منهنجون ديواريون ناراض ٿينديون. اسٽو جي ڪاسليٽ کي اعتراض ٿيندو ته مون کيس سيوا ڪرڻ جو موقعو ڏيئي، ڇاڪاڻ ڇو نه ڏاهي....“

اروڻا راج جي چيلهه ۾ ٻانهن وجهي آڏ ڏاڪڻ تائين هن سان لڳي لڳي آئي ۽ پوءِ ٻورو پريان هيٺ لهڻ لڳي.

راج ڪنڌ هيٺ ڪري، هيٺ لٿو، پر هن ڪار ۾ هلڻ جي ڳالهه نه ميچي. هن ٽئڪسي پڪڙي ۽ هليو ويو، پر هن کي ائين لڳو ته ڄڻ اڃا به اروڻا جي ٻانهن هن جي چيلهه ۾ پيئي هئي.

راج اروڻا جي ڪڇيءَ ۾ ٻانهن وڌي ۽ هن جا نرم ملايم وار هن جي ٻانهن ۾ وڪوڙجي ويا. ٻانهن ورائي

هن پنهنجو هٿ کولي، اروٽا جي منهن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو ۽ جهڪي چيو، ”تون ڪيتري سندر آهين“

اروٽا پنهنجا ٻئي هٿ هن جي ڇاتيءَ تي رکي چيو، ”۽ مان اڃا به ڏاريءَ ۾ لٽڪندڙ ڦڪل آهيان.“

ٻئي ڪار جي اوٽ ۾ ويٺا هئا- سامهون پاڻي ۽ مٿي اونداهه هئي.

”ڪيترا ڏينهن ۽ ڪيتريون راتيون مون تنهنجو مک ڇميو آهي.“ راج چيو. ”ٻيون جو هي ڪيڏو وردان آهي، پر يقين ڪج، مون ڪڏهن به تنهنجي ساڙهيءَ جي اندر جهانڪڻ جي ڪوشش نه ڪئي آهي.“

”پري ٿي، ڇا. اها ڳالهه چوڻ جي آهي؟“

”سو تہ نٿو ڄاڻان اروٽا- پر مون لاءِ اڻ ڏٺو ۽ اڻ ڄاتل ئي سندر آهي، ۽ مان تو کي ايترو محدود بڻائڻ به نٿو چاهيان.“

”۽ آن ڏينهن مون کي پنهنجي ڪوليءَ ۾ بند ڪيو هو ۽ تو ڪمري جي ٻتي وسائي هئي.“

”ها، ۽ ان طرح مان به مون پنهنجي من جو اهام ظاهر ڪيو هو.“

اروٽا راج جي ڇاتيءَ مان پنهنجو نڪ گسائيندي چيو، ”آخر هن سيني جي اندر ڇا آهي؟“

راج پنهنجون ٻئي ٻانهون هن جي ڳچيءَ ۾ وجهندي چيو، ”جو تنهنجي سيني ۾ آهي، اهو نهايت گرم ۽ تيز آهي. جيڪڏهن مان تنهنجي سيني ۾ مک لڪايان

ته اُپين لڳندو ڄڻ مان مسڪرائڻ کي سنگهان ٿو.
ته ڄاڻان ڪيترا اوڄاڳا ۽ ٿڪاوٽون منهنجي پلڪن
کي پنهنجو تيرٿ سمجهي، اچي پنهنجا بار ڦٽا ڪري
اچن ٿا، پر تنهنجو سينو آهي، جو من کي انادي سک
ملڻ لڳو آهي. تنهنجي مک کي پنهنجي آشا، پنهنجو
بسنت ۽ پنهنجو آڪار آهي... هن اکين ۾ هماليه جون
دنڌ سان ڇانيل واديون آهن."

"راڄ، مان سمجهان ٿي ته تنهنجي سوچڻ جو نمونو
هاڻ ڦرڻ لڳو آهي."

"ڇا مان نهايت ايشياوڪ ٿو لڳان؟"

"نه، تون تمام ايشياوڪ ٿو لڳين. تو وٽ آڄ
سبرنزم جي فرمنٽريشن نه آهي."

راڄ پاڻ ڇڏائي سگريٽ دکايو ۽ پٺ تي ويهي
رهيو. هن ايترا ته ڊگها ڪش هنيا، جو هن جو سڄو
منهن دونهين ۾ گم ٿي ويو.

اروڻا به هن جي پاسي کان ٿي ويٺي.

"منهنجو هڪ پيو به سهڻو آهي."

"ڪهڙو؟"

"مان ڪيلاش وڃڻ ٿو چاهيان. مٿي ۽ مٿي- برفن
۾- تون هلندينءَ؟"

اروڻا پڇيو هو، "توکي برف ايتري پسند ڇو
آهي؟"

"اروڻا، مان جڏهن به مرتيو جو سوچيندو آهيان،
تڏهن نجاڻان ڇو منهنجي ذهن ۾ برفن جون چوٽيون،

برفن جا لاهه ۽ واديون آيري ايندڙيون آهن. انهن ۾ لهراءُ ۽ سڀاءُ هوندو آهي، ۽ مان مٿي ۽ مٿي وڃڻ چاهيندو آهيان، ڇاڪاڻ جو مان پنهنجي ڪلا جي امرتا چاهيان ٿو ۽ مرتيو جي راهه کي لتاڙڻ منهنجي ازلي خواهش آهي."

"تنهنجي روپ جو موهڻ کي نئون پهلو مليو آهي راج." ۽ ائين چئي هن پنهنجو مٿو راج جي گود ۾ رکيو ۽ هوءَ پنهنجون ئي پلڪون مٿي ڪئي، راج جي مک ۾ نهارڻ لڳي.

۽ ان ڏينهن شيام اروڻا کي زور ڪري ڪري ٽڪيٽ ڏنو، پر اروڻا ڊانس ڪرڻ کان صاف انڪار ڪيو. هوءَ ته ڳلي تي هٿ رکي، راج جون ڳالهيون ٻڌي رهي هئي.

۽ ٻه ٽي مهينا شيام ڪلب ۾ نه آيو، ۽ ٻه ٽي مهينا راج گهر جي چوڪٽ جي اندر رهڻ لڳو. هن جي ڏاڙهي وڌي ٿي ويئي هئي ۽ هن ٻڪرين تي گذران ڪرڻ شروع ڪيو هو. هن ائين سمجهيو ته هر مهيني پنج سؤ رپيا جو دان ڪيڏو نه مري ويو آهي يا هن منهنجي فن مان پنهنجون آسيدون لاهي ڇڏيون آهن.

اروڻا هر شام هن جي گهر ايندي هئي ۽ چانهه نمڪ پر ٻڪرا کائيندي هئي. هن ڳالهه کي ڪجهه ڪجهه سمجهڻ شروع ڪيو هو، ۽ ان ڪري ئي شيام جو قد هن اکين نئڻ تي ويو. ٻئي طرف راج ڪئنواس تي رنگن جا تجربا ڪرڻ لڳو. هو ڏينهن رات هڪ

ڇتر تي محنت ڪرڻ لڳو. کهنگهور ڪارو آسمان ۽ آن ۾ هزارين ڪچيل خالي هٿ.... ڪي هٿ ٻڌل، ڪي تلوار جيان تيز ۽ آيا.... اروٽا ايندي ۽ ڏسندي ۽ سوچيندي ته آهي پرارٿنا آهي يا للڪار آهي.... پر آن ڇتر ڪي ڏسندي اروٽا اڳيان راج جي ٻيوسي ۽ ڇتائي ۽ جو احڙو ته ڇتر آپريو، جو هڪ ڏينهن هن چيو، "راج، ڏس، دروازي وٽ ڪيترا نوٽ پيا آهن- ڪير ڏيندو آهي توکي پئسا؟"

راج دروازي ڏانهن نهاريو. هن ڪي ڪاري پينٽ ۽ اڇي قميص پيئي هئي، ڪاري ڏاڙهي وڏي ويئي هيس. پٽ تي سو سو جا ڏهه نوٽ پيا هئا. هن اڳيان وڌي آهي نوٽ کنيا ۽ تنهن بعد اروٽا جي پاسي کان اچي ويٺو. اروٽا ڪي ڳاڙهي ساڙهي پيئي هئي، ۽ جا چيلهه کان هيٺ ڏانئيٺ ۽ مٿي اوڙ هئي. هن جي آڌ پٺي، آڌ پيٽ اگهاڙو هو ۽ باقي جيڪو شرير ڍڪيل هو، آن کي به هن جي اکين راج جي اڳيان ايڪسپوز ٿي ڪيو.

راج اڳيان هٿ وڌائي چيو، "اروٽا سچ ٻڌاءِ، ڇا تنهنجا نه آهن؟"

"نه، آهي تنهنجا آهن، ڇاڪاڻ جو مان به ته تنهنجي آهيان."

"منهنجو ايڏو ايمان!" ائين چئي راج اڳيان وڌيو. هن جون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون.

اروٽا پڪاريو، "راج.... راج...."

۽ راڄ اڳيان وڌي اروڻا کي ٻانهن کان جهليو ۽
رڙ ڪري چيو، ”ڇا تون مون کي ايترو هيٺ
ڪيرائڻ ٿي چاهين؟“

اروڻا به رڙ ڪري چيو، ”راڄ، تنهنجي هر ڳالهه
غلط آهي. تنهنجي سوچ، تنهنجو فن، تنهنجو وهنوار،
خود تنهنجي زندگي ۽ اُن جو وجود به غلط آهي.“

۽ راڄ صرف ايترو چيو، ”جهڙيءَ طرح تنهنجو
جسم، منهنجو جسم ۽ ٻنهي جو ميلاپ غلط آهي“

اروڻا پنهنجون ٻانهون ڇڏائي ٻنيان هٽي، پر راڄ
به اڳيان وڌي هيٺ جهڪيو ۽ هيٺ جهڪي. هن
اروڻا کي پنهنجي ڪلهي تي کنيو. ۽ هن کي اچي
پلنگ تي سٽيو. پهرين ته اروڻا سراپجي دهلجي ويئي
۽ تنهن بعد هن چلايو، ”.....نه..... نه... نه....“

راڄ جي منهن جون نسون تاڻجي ويون ۽ سڄي
منهن ۾ رت پرجي آيس. هن اروڻا ڏانهن ان طرح
نهاريو، ڄڻ هو اروڻا کي نظرن سان ڳهوڙي پي ويندو.
هن جو سڄو بدن تنور جيان ٻرڻ لڳو، ۽ هن هيٺ
جهڪي اروڻا کي زور سان چمندي چيو، ”تو منهنجي
تصور جو اِهام ڏنو آهي، پر منهنجي حرص جي شوخي
نه ڏني آهي، ۽ مون تنهنجو حوصلو ڏٺو آهي، اڄ
حسن به ڏسڻ ٿو چاهيان. تنهنجي تن هميشه منهنجي
من کي للڪاريو آهي. تو کي فقط هڪ دفعي چمڻ
سان منهنجي من جي پياس تيز ٿي ويئي آهي. ڏس،
تون منهنجو اپمان ٿي ڪرين ۽ مان تنهنجو اپمان ٿو

ڪريان. هڪ تنهنجي غلطي آهي، ٻي منهنجي غلطي آهي." ۽ هن اروڻا جي اکين ۾ ڳل کي چميو.

اروڻا پنهنجو پورو زور لڳايو، پر راڄ جو ٻار وڌيڪ هو، ۽ هن چلائي چيو، "مان چاهيان ٿي، تنهنجو ٿن، تنهنجي لوچ سڀ ڍونگ آهي. دراصل تون وحشي آهين ۽ تو کي ڪلا جي آمرتا نه، پر تون نفساني خواهش پوري ڪرڻ ٿو چاهين." ۽ نهايت ڇتائيءَ وچان راڄ جي ڇاتيءَ ۾ چڪ پاتو ۽ هن جي قميص ڦاڙي ڇڏي.

ان بدنيءَ آلجهاءَ جي ترشيءَ سبب ٻاهر ڪنهن ڏاريءَ تان هڪ ڳل ڪريو.

پلنگ تان اڌ چادر هيٺ ڪسڪي آئي ۽ باقي اڌ تي رت جا نشان....

ڪمري ۾ روشني هئي. پلنگ تي اروڻا جڻ ڦٿڪي رهي هئي. پاسي کان راڄ فرش تي منهن ڀر ليٽيو پيو هو. پريان ماڙهي پيئي هئي. هڪ ڪنڊ ۾ ڦاٽل بلائوز پيو هو.

اروڻا جي هڪ ٻانهن هيٺ لٽڪي رهي هئي. ڪيترو وقت تائين اروڻا ڪجهه سوچي نه سگهي ۽ تنهن بعد انيڪ سوال آئيا هن جي من ۾: ڇا هوش آئي، نه آئي؟ يا پاڻ ماري هتيا ڪري يا ان بدنصيب فنڪار مٿان ليٽي پوي، جو پنهنجي وحشيت سبب بيهوش پيو هو؟ پر ڇا هو منهنجي پيار جي قابل آهي؟ هن منهنجي سنهه جي ڏانهوڪي ڀاڻي آهي، هاڻ هن کي منهنجي

نفرت جو زهر به پيئڻو پوندو! بدتميز ماڻ مريادا
مان ڪجهه نه ڄاڻي. آرٽسٽ آهي. تنهنڪري ڇا؟ نه،
مان هن کي نٿي چاهيان. مان هن کي نٿي چاهيان.
هن جا رنگ مون کي موهڻ کان انڪاري آهن ۽
مان هن جي لفظن جي ڪاڪ ۾ ڦاسڻ کان انڪاري
آهيان. منهنجو عورتپڻو هڪ ڪمري ۽ هڪ بستري
تائين محدود ٿي نٿو سگهي. مان پنهنجي زندگيءَ جو
نٿي سوچيان، هن کي پنهنجي بيحيائيءَ جي قيمت
ڀرڻي پوندي.

۽ هوءَ آهستي آهستي آٿي ۽ هن پنهنجو بلائوز
۽ ساڙهي ڪڍي. هڪ پلڪ هن وري راڄ ڏانهن
نهاريو ۽ سوچيو: پر هو هن طرح اوندو ڇو ستو پيو
آهي؟ ڇا پنهنجي من مان لڙي رهيو آهي. ٺيڪ آهي.
اها من جي الجهن ٿي هن کي پوڳائيندي. هو مون لاءِ
تڙپندو، ڦٿڪندو، پر مون کي پائي نه سگهندو. راڄ،
تو مون کي پاتو آهي. پر تو مون کي پاتو نه، پر
وڃايو آهي! هاڻ تو کي پنهنجي فن جو نه، پر ٽن جو
سوچڻو پوندو ۽ اهائي تنهنجي ٽريجڊي آهي.

۽ هوءَ باٿ روم ۾ هلي ويئي، ۽ جڏهن ٻاهر آئي،
تڏهن هن ڏٺو ته راڄ برش کڻي پنهنجي نئين چتر
کي ڪاري رنگ سان مٽائڻ شروع ڪيو هو.

وري به هڪ ڀاڪي لاءِ هن کي ويچار آيو ته
اڳيان وڌي هن کي روڪي ۽ چوي: نه راڄ، اهو
غلط قدم نه کڻ، تنهنجو غصو، تنهنجي وحشيت ۽

ڀنهي جي بنياد آءٌ نااميديءَ کي مان سمجهان ٿي، جا
زندگي تنهنجي مٿان ۽ تو پنهنجي فن مٿان مڙهي آهي،
تو جو ڪجهه ڪيو آهي، اهو مون سان ڪيو آهي،
۽ مان تنهنجي آهيان ان ڪري تون مون کي ان
روپ ۾ به پسند آهين، ان ڪري همٿ ڪري روڪ ۽
پنهنجي فن کي تباهيءَ کان بچاءِ. پر ٻئي پل هن کي
اهو به ويچار آيو ته اها ڪارڻ، هن جي من جي
Symbol آهي، جنهنڪري هن جو اهو قدم ان ڪري
به صحيح آهي، ڇاڪاڻ جو هو جيترو ناڪامياب فنڪار
آهي، اوترو ڪامياب بدڪار به آهي.... ان فن ۽ بديءَ
جي وچ ۾ هن جيڪو غلط فهمين جو اهام خلقيو آهي،
مان اُن جو شڪار ٿيڻ نٿي چاهيان، پر منهنجي چاهڻ
جو به ڇا مطلب آهي، جڏهن ته مان هن جي زيادتيءَ
جي اڳ ۾ ئي شڪار ٿي چڪي آهيان! ۽ هن چيو،
”اهو ته مون توکي اڳ به ڏيڻ چاهيو هو، ان لاءِ
ايترو هيٺ ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟“

۽ هلندي هلندي راج جو هٿ هڪ هنڌ رڪجي ويو.

راج ڀريل ڳلي سان آهستي ڪنڌ ورائي جواب
ڏنو، ”اروڙا، هيٺ ڇا آهي مٿي ڇا آهي؟ سڀ پنهنجي
تصور جا ماپا ۽ فائدي ۽ نقصان جا حساب آهن.“

اروڙا کي اتي رڪجڻ جو ڪوبه ارادو ڪونه
هو، پر اها ڳالهه ٻڌي، هن عجب مان چيو، ”يعني
ته تون پنهنجي روش تي اڃا به پشيمان نه آهين؟“

"يعني تہ تو کي اعتراض صرف اهو آهي تہ مان
پنهنجي روش تي پوڄيان نٿو. جيڪڏهن جانهوڪي
رات ۾ توکي ڪوتا جون بہ ٽڪون پڙهائي، پلنگ
تي ليٽايان تہ اهو ٺهيو پريم. پر جيڪڏهن ائين نہ
ڪريان تہ اها ٿي ڪراوٽ. يعني پريم هڪ اها
ڪراوٽ آهي، جنهن ۾ فقط محبوبا جي منظوريءَ جي
ضرورت آهي."

"اها ڳالهہ ڇٿي تون اهو ثابت ڪري رهيو آهين
تہ تو بنا منظوريءَ جي پريم ڪيو آهي." هڪ ڊگهي
آهہ ڀري چيائين. "راج، تون نهايت تيچ آهين، خسيس
آهين."

آواڪ، آپاڪ راج اروٽا ڏانهن نهاريندو رهيو.

ڪ مدت جي خاموشيءَ بعد راج جواب ڏنو، "تنهنجي
راءِ جو سانُ رکڻ لاءِ مون کي شايد اچا بہ تيچ ۽
خسيس بڻجڻو پوي." ۽ وري بہ هن ڊگهو ساهہ کنيو.

"پر ان لاءِ توکي هاڻ منهنجي ضرورت نہ پوندي."

راج پٽ تان سؤ سؤ جا نوٽ کڻي چيو، "ضرورت
مون کي هنن جي بہ نہ پوندي."

۽ راج اروٽا جي پرس ۾ نوٽ وجهي ڇڏيا. اروٽا
کي ائين لڳو تہ اهي هن جا نوٽ نہ هئا، پر هن
جو واپس ٿيل پريم هو ۽ هن پئي پلڪون مٿي کڻي
راج ڏانهن نهاريو. چيائين، "پر هڪ ڳالهہ سمجهي
ڇڏ تہ تن جو جهڪاءُ ئي مَنَ جو جهڪاءُ نہ آهي
۽ هڪ عورت فقط بستري تي ئي عورت نہ ٻڻجندي آهي."

اها ڳالهه ٻڌي راڄ پنهنجو سر ڪنواس جي مٿئين
چيڙي تي رکيو ۽ اروڻا آهستي آهستي ٻاهر نڪري
ويئي.

انڪل مهيني بعد شيام راڄ جي گهر آيو. راڄ
بستري تي ليٽيو پيو هو ۽ هن جي اکين ۾ آنسو هئا.

شيام چلائي چيو، ”اڙي، تو پنهنجي حالت ڇا
بڻائي آهي؟“

راڄ مشڪي چيو، ”ڇا تون مون کي پنهنجي
همدرديءَ جو زهر پيارڻ چاهين ٿو؟“

”اٿ ٻاهر هل.“ شيام ڳالهه ڦيرائي چيو.

”پر ڪيڏانهن!“

”اروڻا ڏانهن هلون؟“

”اروڻا ڏانهن!“

”پورو مهينو ٿيو آهي ته هن ڪلب ۾ اچڻ بند
ڪيو آهي، ڪنهن طرح معلوم ٿيو ته اڄڪلهه ڏاڍو
ڏکي گذاري ٿي. مان ڇا اڪيلو هن جي گهر وڃي
سگهان ٿو؟“

”پر مان هتي هلان، اُن کان ڇا بهتر نه آهي ته
مان شراب پيئان؟“

”شراب!“

”ڇا تون مون شراب پياري سگهين ٿو؟“

”پر اروڻا کي معلوم ٿي وڃي ته؟“

”اروڻا ڪير ٿيندي آهي؟“

”ڇا ڪجهه نه ٿيندي آهي؟“

"مان هڪ تيج، هڪ خسيس ماڻهو آهيان. چئو، پيارين ڏنو؟"

شيام چت ۾ نهاري ڪجهه سوچيو ۽ تنهن بعد مشڪي چيائين، "ها."

ٻن ڪلاڪن بعد ڪار واردن روڊ جي هڪ سهڻي بلڊنگ اڳيان اچي بيٺي. راج ڪي اڇي ڊريس پيتي هئي ۽ هو شيام جي گهران Shave به ڪري آيو هو. هن ڪنڌ مٿي ڪري چيو، "اڙي ڀائي، تون مون کي ڪٿي وٺي آيو آهين؟"

"تون ڏسندو هل راج."

لفٽ مٿي ناٿين ماڙي تي هلي بيٺي. شيام اولهه واري مڪان جو بٽڻ دٻايو. دروازو کليو ۽ هڪ عورت مشڪي چيو، "اچو، اندر اچو."

فلئٽ سهڻي نموني سينگاريل هو. ٻه بيڊ روم ۽ هڪ هال. اُتي ٻه عورتون رهندڙ هيون. شيام صوفي تي وهندي چيو، "راج، هِن ڪمري ۾ به شراب آهي ۽ هُن ڪمري ۾ به شراب آهي ۽ سامهون جيڪو ڪٻٽ آهي، اُن ۾ به شراب آهي."

"پر هيءَ ڪير آهن؟"

"تون ائين سمجهه ته اهي به شراب آهن."

شيام اک جو اشارو ڏنو ۽ هڪ عورت اڳيان وڌي آئي. هن پڇيو، "هيءَ ڪهڙي شهر جو ديوداس آهي؟"

شيام چيو، ”هو آرٽسٽ آهي. هو هاڻ هت رهندو. هن کي پياريو ۽ پياريو، جيئن هو پنهنجي آرٽ سان دنيا ۾ نالو ڪڍي. هن جو جيترو دماغ خراب ٿيندو آهي. هو اوترو سٺو ڳالهائيندو آهي، هو اوترا سٺا چتر به ڪڍندو آهي.“

شيام شراب جي بوتل کولي پاڻ به پيئڻ لڳو ۽ راج کي به پياريائين، ۽ جڏهن نشي ۾ آيو، تڏهن آنهن پنهي عورتن کي اک سان ڏاڏا ڪري ٻاهر هليو ويو.

راج پڪاريو، ”شيام .... شيام.“

هڪ عورت اچي هن کي ٻانهن کان جهليو ۽ چيو، ”هر شام کان پوءِ رات ٿيندي آهي. اوهين جوان آهيو، شام شام ڇڏيو. ڪجهه رات جو سوچيو، بستري ۽ جوانيءَ جو سوچيو.“

۽ هوءَ راج کي ٻانهن کان ڇڪي اندر وٺي ويئي ۽ کيس پلنگ وٽ ويهاري، پنيان موٽي دروازو بند ڪري ڇڏيائين. وري هوءَ اڳيان وڌي آئي ۽ راج جي ڪلهي تي هٿ رکي چيائين، ”منهنجو نالو شاردا آهي. توهان پلنگ تي ليٽي پئو.“

راج پڇيو، ”ڇو؟“

”بحث نه ڪريو. هاڻي ليٽي به پئو.“

راج پلنگ تي ويٺو ته شاردا پنهنجي ساڙهي لاهي ڦٽي ڪئي.

راج وري به چيو، ”اڙي ٻائي، تون ڇا ٿي ڪرين؟“

شاردا راج جي ڳلي ۾ ٻانهون وجهي، کيس پلنگ تي ليٽائي ڇڏيو ۽ پاڻ به هن جي مٿان ليٽي پئي.

راج آئي ويٺو، چيائين، "هيءَ ڪهڙي بدتميزي آهي! ڇا توکي پنهنجي عزت جو ڪو خيال ڪونهي؟"

شاردا جو منهن ننڍو ٿي ويو. چيائين، "اوهين آرٽسٽ آهيو. اوهين ڪجهه به ڇو نه سکيو ٿا. اسين شرير جو سودو ڪريون ٿيون ۽ پئسا وٺون ٿيون. اسان جي ڪهڙي عزت آهي!"

"پر ماڙهو لاءِ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟"

"مون سوچيو اوهين مرد آهيو..."

"مرد آهيان، پر مان بدمعاش نه آهيان."

"توهين آرٽسٽ آهيو..."

راج ٿورو سوچي چيو، "اها ڳالهه بهتر آهي. مان تنهنجو بس چتر ڪڍي سگهان ٿو. تون اهي به ڪپڙا لاهه ۽ ڪبري جون سڀ ٽيون پار."

۽ شاردا ائين ئي ڪيو.

"پر مان پنهنجو به چتر ڪڍي سگهان ٿو." ائين چئي هن پنهنجا به ڪپڙا لاهي ڇڏيا

۽ ٻئي شرير هڪ ٻئي جي سامهون بيٺا هئا.

نشي ۾ راج ماڪو هلڪو لڏي رهيو هو. اوچتو هن کي ڪا ڳالهه ياد آئي ۽ هن چيو، "ٻڌ شاردا، جيڪڏهن توکي ڪا عزت نه آهي ته مان به هڪ نهايت تيچ ۽ خسيس ماڻهو آهيان. تون مون سان شادي ڪندين؟"

”شادي!“ شاردا کلي • چيائين، ”هر مرد هتي اچڻ سان ڀرين پريم جو تماشو ڪندو آهي، تنهن بعد شاديءَ جو واعدو ڪندو آهي. پر جڏهن هن جي پاس لهي ويندي آهي، تڏهن هو هتان هليو ويندو آهي ۽ وري هن جو پتو نه پوندو آهي. اوهان تمام گهڻو پيتو آهي • پر ڇو اوهان پيتو آهي؟ ڇو اوهين هتي آيا آهيو؟“

”هيءَ تون مون کي نصيحت ڏيڻ واري ڪير ٿيندي آهين؟“ راج ديو داسي سوال ڪيو.

”وڃو، واپس وڃو • هن طرح پنهنجي زندگي خراب نه ڪريو.“

”پر پوءِ تنهنجو ڇا ٿيندو؟“

”اسان جو ڇا! اسان جو ڪير آهي.“

”مان تنهنجو آهيان. تون آهه • تون منهنجي پهلوءَ ۾ آهه.“

۽ هو شاردا جي کلي ۾ ٻانهون وجهي، من ۾ چوڻ لڳو، 'اروڻا، هاڻي مان توکي وساري سگهان ٿو.'

اڌي رات جو راج چيو، ”هاڻ مان نشي ۾ نه آهيان. چئه، تون مون سان شادي ڪندينءَ؟“

شاردا چيو، ”سڀئي هت رهو ۽ عيش ڪريو، تنهن بعد سوچجو • ممڪن آهي، پوءِ اوهان جي راءِ بدلجي وڃي.“

۽ راج شاردا وٽ رهي پيو.

ڪڏهن ڪڏهن شيام ايندو هو ۽ شاردا کي پئسا ڏيئي ويندو هو.

هڪ ڏينهن شاردا چيو، ”ڇا منهنجا چتر نه ڪپندا؟“

۽ راڄ بزار مان برش، رنگن جون دٻيون ۽ ڪئنواس وٺي آيو ۽ هن شاردا جا نيم-ننگا چتر ڪڍڻ شروع ڪيا.

هڪ دفعي شاردا پڇيو، ”پر هي چتر منهنجو نه آهي؟“

راڄ چيو، ”رات گهڻو پيتو هوم نه- ان ڪري شايد اروڻا جو چتر ڪڍي ويو آهيان. نه، ان طرح نه نهار. هوءَ منهنجي ڪير به نه ٿئي.“

اروڻا چلائي چيو، ”ڇا؟ ڇا اهو سچ آهي؟“

شيام چيو، ”ها! ۽ هن کي هر رات هڪ نئين عورت گهرجي.“

”شيام،“ اروڻا تيز ٿي چيو، ”مان وشواس نٿي ڪريان!“

شيام کلي چيو، ”هندستان جي فنڪارن مٿان يورپ جي تهذيب جو ڀوت سوار آهي. هو ائين سمجهندا آهن ته جيستائين هو شراب نه پيئندا، وئشائن وٽ نه ويندا، هيٺ نه ڪرندا، اوستائين هو بهتر آرٽسٽ ٿي نه سگهندا.“

”پر هو آهي ڪٿي؟- مان هن سان ملڻ ٿي چاهيان!“

"هو آن جڳهه تي آهي، جتي هڪ شريف عورت ته ڇا، پر ڪو شريف مرد به وڃي نه سگهندو؟"

"پر مان وڃڻ چاهيان ٿي."

"پر هو توسان نٿو ملڻ چاهي"

"اهو توکي ڪنهن چيو؟"

"پاڻ ٿي چيائين."

"مان وشواس نٿي ڪريان."

"تون ڪنهن به ڳالهه تي وشواس نٿي ڪرين، تڏهن ڇا مان ڪوڙ ٿو چوان؟"

"اهو مان نٿي چوان..پر راج مون سان ملڻ نه چاهيندو، اهو ناممڪن آهي."

"شايد تنهنجو اندازو صحيح هجي ۽ هو ٿي آن کي غلط ثابت ڪندو هجي."

"مطلب؟"

"آن ڏينهن مون پڇيومانس: اروڻا وٽ هلين ٿو؟ چيائين: ڇا شراب پيئڻ بهتر نه آهي؟ پڇيومانس: جيڪڏهن اروڻا کي ان ڳالهه جو پتو پئجي وڃي ته؟ چيائين: ته ڪيس پوري خاطري ٿي ويندي ته مان سچ پچ هڪ تيڇ ۽ خسيس انسان آهيان."

ڳالهه ٻڌي اروڻا جو من پرچي آيو. چيائين، "ڇا هن ائين چيو؟ پر مان نٿي ميڃان! ٻڌاءِ، هو ڪٿي آهي؟ ڪٿي آهي؟"

غصي وچان شيام چيو، "جهنم ۾." ائين چئي هو هليو ويو.

اروڻا به ڪار ڪٽي راج جي گهر ويئي. هڪ رات ٻي رات، ٽين رات ۽ ٽين صبح، پر راج جو پتو نه پيو. گهر کي ڪلف لڳو پيو هو ۽ اُن ڪلف مٿان مٽي چڙهي ويئي هئي.

هڪ ڏينهن شيام چيو، "راج بمبئي ڇڏي ويو آهي ۽ هو وري واپس نه ايندو."

۽ راج بمبئي ڇڏي ويو هو.

ڪي ڏينهن اڳ شاردا لاءِ بزار مان گلن جي مالها آڻيندي، هو نشي ۾ هڪ ٽرڪ مان ٽڪريو هو ۽ هن جون ٽنگون ڀڄي پيون هيون. شيام هن سان اسپتال ۾ مليو هو. شاردا هن جي حالت ڏسي روئي پيئي هئي، پر بستري تي ليٽيل هوندي به راج مشڪي چيو هو، "مون کي تو ۽ معمولي بنائڻ لاءِ زندگي منهنجو پورو ساٿ ڏيئي رهي آهي." جاڪ ٽيڻ بعد هن خود ئي ٻاهر وڃڻ جي خواهش ڏيکاري هئي ۽ باقي بندوبست شيام ڪيو هو.

اروڻا راج مان جهڳڙو ڪري آئي هئي، پر هن ته هر روز بنگلي جي بالڪنيءَ ۾ بيهي هن جو انتظار ڪيو هو. شيام جي ڳالهه تي هن وري به اعتبار نه ڪيو ۽ هوءَ وري به ڪار ڪٽي راج جي گهر ويئي هئي، پر هاڻ گهر ۾ نوان مسواڙي اچي ويا هئا ۽ گهر جي صفائي ٿي رهي هئي. گهر جي ٻاهران ڪيترو ئي گند ڪچرو پيو هو، جنهن ۾ راج جا نوان توڙي

پراڻا، اڌورا ٽوڙي مڪمل چتر به پيا هئا.

اروڻا نه معلوم ڪيترو وقت ڪار جي دريءَ مان انهن چترن ڏانهن نهاريندي رهي ۽ هن محسوس ڪيو ته هن جي من جي حالت به انهن چترن جيان هئي، جنهن ۾ دک ۽ نااميديءَ جو اظهار پريل هو. هن ائين محسوس ڪيو ته من جي جنهن ڀوسات سان هن انهن چترن جي رنگن ۾ پاوناڻن جي سمانتا ٿي پاتي، ننهه اُن جهڙي ڀوسات ۽ مونجهه سان شي راج شايد انهن چترن جو نرماڻ ڪيو هو! ۽ انهن چترن کي ڏسندي سڏڪا هن جي گلي ۾ اٽڪي پيا، ۽ هوءَ چپن کي ڏندن هيٺان دٻائي، انهن چترن ڏانهن نهاريندي ئي رهي.

تنهن بعد هن ڪيترا ڏينهن، ڪيترا هفتا، ڪيترا مهينا اُن شخص جي ڳولها ڪئي، جنهن پنهنجي فن ۽ پيار، پنهنجي زيادتيءَ ۽ وحشيت سان هن کي عورت بڻايو هو.

۽ ان طرح ڏهه سال گذري ويا هئا!

انهن ڏهن سالن ۾ شيام اروڻا کي پاڻ جو سڏو ڏيارءُ ڏنو، پر اروڻا جي مک مان فقط 'ڇي!' بڌڻ ٿي هو نه رڳو هن جي زندگيءَ کان ٻاهر نڪري ويو، پر هن پنهنجو ڪلب مان نالو به ڪٽائي ڇڏيو. تنهن بعد اروڻا ائين محسوس ڪيو ته هوءَ جذباتي طور مرندي ٿي وڃي ۽ هن پنهنجي من ۾ برف جهڙي

ٽڏاڻ کي محسوس ڪرڻ شروع ڪيو. پر ڪڏهن
هن جي من ۾ اوچتو گرمائش پيدا ٿيندي ۽ هوءَ
اٿيندي، پيئندي ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ پيانو هلائيندي
يا ڪڏهن هٿ تي ڳاٽ رکي، ڪاري ڪاري آسمان
۾ نهاريندي رهندي. ڪڏهن وارن کي پريشان ڪري
آئيني سامهون ويهي رهندي ۽ هن جي اکين مان
آنسوئن جي ڌارا وهي ايندي. مايوسيءَ جي انهن لمحن
۾ هوءَ ڪڏهن ڪوتائن جو ڪتاب کڻندي، ٻه ٽڪون
پڙهندي ۽ ان کي پلنگ تي ڦٽو ڪندي. هڪ دفعي
هوءَ ديوار سان پٺي لڳائي ڇت ۾ نهارڻ لڳي ۽ اڌي
رات جو هوءَ ڍرڪي باقي رات فرش تي پئجي رهي.
هن جي ذهن تي راڄ جو دهو پئجي چڪو هو ۽ هوءَ
جنهن پل، جنهن گهڙيءَ هن کي وسارڻ جي ڪوشش
ڪندي هئي، ان پل، ان گهڙيءَ هوءَ هن کي ياد
به ڪندي هئي. يادگيريءَ جي گرفت ۾ هن جو مٿو
پنهنجو پاڻ جهڪي ويندو هو ۽ هوءَ ان کي ڪاپي
پانهن ۾ ڇاتيءَ جي آڌار تي ڇڏي، انهن خوابن ۾ گم
ٿي ويندي هئي، جي راڄ جي ڇتڻ جيان ڏنڊلا ۽ مبهم
هوندا هئا ۽ جن ۾ رنگن جون مايوسيون ۽ خاموشيون
هونديون هيون. پوءِ هڪ ڏينهن هن ائين محسوس
ڪيو ته هوءَ صفا مري چڪي آهي ۽ ان جي پنر
ڄڻ لاءِ زندگيءَ ۾ ڪا نئين هلچل، ڪو نئون
محرڪ ضروري آهي ۽ تنهن بعد ئي هن انجنيئر نرمل
ڪمار سان شادي ڪرڻ واري رٿ تي ها ڪئي هئي.

۽ تنهن بعد هن نهايت سنجيدگيءَ سان پاڻ کي پتيءَ ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ ان ئي سلسلي ۾ ياترا جا ڪشٽ سهندي هوءَ ڪيلاش ۾ اچي پهتي هئي ۽ هن پنهنجي پتيءَ جي چاتيءَ ۾ سڪ لڪائي، پاڻ کي پڳتيءَ جي لاٽ جي آڳما ڏني هئي.

پر ڪيلاش تي، جتي برف ۽ سردي هئي، خاموشي ۽ تنهائي هئي، اتي هن جو من جڻ ڪنهن گهري ننڊ مان جاڳي آئيو هو ۽ آهو راج راج پڪارڻ لڳو هو ۽ آها لاٽ اجهامي ويئي هئي ۽ هن جي من ۽ ذهن ۾ آوندهه ڦهلجي ويئي هئي.

پريان هڪ شخص هو، جو ترين جي زور تي متي جبل تي چڙهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. پنيان نرمل بيٺو هو. چپ چاپ ۽ منجهيل. يادگيرين جي زوردار دٻاءَ سبب اروڻا هلندي هلندي هڪ هنڌ بيهجي ويئي. اوچتو مندر مان گهنٽن جو آواز اچڻ بند ٿي ويو، جيتوڻيڪ آنهن جو پڙاڏو گيتن جيان هوا ۾ ترندو ٿي ويو. ڳاڙهي آڪاش ۾ اندڪار ڦهلجڻ لڳو ۽ آن جي سائي ۾ برف جون چوٽيون انين تي لڳيون، جڻ هن جي آونداهي ذهن جي هر ڪنڊ مان راج جي لال لال ڇهري جو نقش اڀري رهيو هو.

تڏهن اروڻا سوچيو: ڇا ڪوبه شخص، ڪڏهن به، ڪٿي به ڪڏهن جي ٿئو سگهي؟ ڇا هيءَ شخص راج ٿي سگهي ٿو؟ پر هن جون آنگون! نه، مان راج کي هن روپ ۾ ڏسڻ نٿي چاهيان. پر مان راج کي ڏسڻ

چاهيان ٿي ! ڏهه سال ٿيا آهن ، مون هن کي ڏٺو ناهي . هليو ويو آلائي ڪيڏانهن.... لرزئي، ڪڏهن مون سان ڳالهائڻ جي ڪوشش نه ڪئي .... اڀماني.... دشٽ....

ٺيڪ ان وقت هڪ ڌيمو آواز آيو: اروڻا....

آهو ٿي چاتل سچاتل پريل آواز....

وري به آواز آيو: اروڻا.... اروڻا....

اروڻا جي جسم ۾ ڄڻ بجلي ڊوڙي ويئي ۽ هن چلائي چيو، "ڪير را....ج.... را.... ج .... راج تون .... راج تون...."

۽ هوءَ اچي راج جي اڳيان بيٺي ۽ هن جي مک ۽ آپاهج شرير ڏانهن نهارڻ لڳي. هن جو من، هن جو گلو ۽ هن جون اکيون پرجي آيون ۽ هوءَ آسهيه پيڙا سبب ڪجهه به چئي نه سگهي.

راج به گهري دک ۽ اچرج ۾ وچان اروڻا ڏانهن نهارڻ لڳو. تنهن بعد مشڪي چيائين، "ڪيئن آهين اروڻا؟ سکي ته آهين؟" پر ان مسڪراهٽ سان گڏ هن جي مک تي دک جي گهري ڇايا به ڦهلجي ويئي، جنهن سبب اها مسڪراهٽ اروڻا کي نهايت ڇيندڙ لڳي.

هن به منهن ٻٽائيندي چيو، "ها، تمام سکي آهيان. تو کي هن روپ ۾ ڏسان ٿي نه!.... اُو نرديئي ، تون مون کي ڇڏي ڪيڏانهن ويو هئين؟.... ۽ هيءَ ڪهڙو ويس ڌارڻ ڪيو آهي تو؟ تنهنجي هن ڏنگن کي ڇا

ٿيو آهي؟ .... دکب وقت هن ناريءَ جي ڇا توکي ڪڏهن ياد نه آئي؟"

تڏهن راڄ هڪ ڏکوڙ ساهه کنيو. چيائين، "ياد آئي هئي، تون نه آئي هئينءَ."

ٻيءَ گهڙي اروٽا جهڪي راڄ جي پاسي ڪان ڪرڻ واري هئي، پر هڪ نهايت مضبوط هٿ هن جي ٻانهن ۾ ٻجي ويو. نرمل چلائي چيو، "اروٽا، ڇا تنهنجو دماغ خراب ٿي پيو آهي، جو تون پنهنجي پتيءَ جو خيال نه ڪري، هڪ فقير سان ڳالهائي رهي آهين."

۽ هو اروٽا کي ٻانهن ڪان جهلي هيٺ ڇڪيندو آيو. ڪيتري ڪوشش جي باوجود اروٽا پنهنجي ٻانهن ڇڏائي نه سگهي.

۽ هوءَ نرمل جي پنيان ڏڪجندي هلي. پر اڳيان ڏڪجندي ٻه هوءَ پنيان نهاريندي هلي.

نه هوءَ نهاريندي هلندي ۽ سوچيندي هلندي:

راڄ، راڄ، مان توکي هنن بي رحم برفن جي وچ ۾ ڇڏيندي ٿي وڃان، پر مان خود به پنهنجي پنيان رت جو هڪ درياهه وهائيندي ٿي وڃان ۽ جيئن جيئن تنهنجي دوري وڌندي ويندي، تيئن تيئن اُن جو پرواه تيز ٿيندو ويندو. هر جڳهه برف ۽ برف آهي، لهوُ ۽ لهوُ آهي....

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -
اِن حسابَ سان اٽِڪاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته
”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڏ ڪان وڏ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)